# انـــور پيـــرزادي
# جون ڪهاڻيون

انور پيرزادو






انـــور پيــرزادو
اڪيڊمي ڪراچي

پيڪاڪ پبلشرس
ڪراچي

كتاب نمبر 110



# انور پيرزادي جون ڪهاڻيون

ليکڪ: انور پيرزادو

ڇاپو پهريون: جنوري 2019ع

تعداد: 500 ڪاپيون

ڪمپوزنگ: نعيم ٻگھيو

لي آئوٽ: سيد آفاق شاھ

ٽائيٽل: شفيع پيرزادو

قيمت: 200 رُپيا

ڇپيندڙ

ايچ اينڊ آر پرنٽرس، ڪراچي، سنڌ

ڇپائيندڙ

پيڪاڪ پبلشرس، ڪراچي

انور پيرزادو اڪيڊمي، ڪراچي

ڪتاب ملڻ جو هنڌ

پيڪاڪ بُڪ هائوس

404 رفيق سينٽر، ويجھو زينب مارڪيٽ، عبدالله هارون روڊ، صدر ڪراچي- سنڌ

فون نمبر: 021-35680607, 021-35682020

# سِٽاءُ

# اداري پاران

سنڌي ادب ۾ انور پيرزادي صاحب جي سڃاڻپ جا وڏا ۽ مڃيل حوالا جيئن تہ جديد شاعر، پتائي جي پارکو، ترقي پسند دانشور، نقاد، مترجم ۽ صحافي وارا رهيا آهن تنهن ڪري جڏهن بہ ڪير اهو ٻڌندو آهي تہ انور صاحب ڪهاڻيڪار بہ هو ۽ ان ڪهاڻيون بہ لکيون آهن تہ ٻڌندڙ خوشگوار حيرت ۾ پئجي ويندا آهن. پوءِ پڇندا آهن تہ ڪيتريون ڪهاڻيون لکيون، ڪهڙي دور ۾ لکيون، ڇپيل آهن يا اڻ ڇپيل وغيره وغيره.

انور پيرزادو اڪيڊمي جيئن تہ انور صاحب جي ڇپيل، اڻ ڇپيل لکڻين کي ڪتابي شڪل ڏيڻ واري مقصد تحت وجود ۾ آندي وئي آهي تنهن ڪري انجي ايجنڊا تي انور پيرزادي صاحب جون اهي اڻڇاپيون، 72-1971ع واريون ڪهاڻيون بہ هيون جيڪي ان دؤر جي پنن تي مس واري پين سان لکيل آهن ۽ جيڪي ڊگهي عرصي کان گهر اندر هڪ فائيل ۾ محفوظ پيون هيون.

اسانکي انور پيرزادي جون اهي لکيل چند ڪهاڻيون سنڌي ڪهاڻي جي تاريخ کي ڪتابي شڪل ۾ ارپيندي سرهائي محسوس ٿي رهي آهي. انور پيرزادي، جي انهن ڪهاڻين جي خاص ڳالهہ اها آهي تہ اهي ڪهاڻيون سنڌس سنڌ يونيورسٽي ۾

پڙهڻ دوران ۽ ڪورٽ مارشل ٿيڻ ڪانپوءِ واري دور جي نمائندگي ڪن ٿيون ۽ جن ۾ سندس جواني واري زندگي جي هڪ دور جي آتم ڪٿا واري جهلڪ بہ ملي ٿي.

انور پيرزادو اڪيڊمي طرفان انور پيرزادي جو ڇپايل هي 14 هون ڪتاب آهي جڏهن تہ اڪيڊمي جو مجموعي طور تي هيءُ 17 هون ڪتاب آهي. اسانکي اهو ٻڌائيندي بہ سرهائي محسوس ٿي رهي آهي تہ سنڌ جو ناميارو پبلشنگ ادارو پيڪاڪ پبلشر 2014ع کان انور پيرزادو اڪيڊمي سان گڏ انور پيرزادي جي ڪتابن کي ڇپائڻ جو سلسلو شروع ڪري ڏنو آهي. "انور پيرزادي جون ڪهاڻيون" وارو هي مجموعو بہ انور پيرزادو اڪيڊمي ۽ پيڪاڪ پبلشرس پاران گڏيل طور شايع ڪيو ويو آهي.

اسان انور بلوچ صاحب جا بہ ٿورائتا آهيون جنهن انور پيرزادي صاحب جي ڪتاب ڇپائڻ جي سلسلي ۾ سهڪار پئي ڪيو آهي. انور پيرزادو اڪيڊمي لاءِ چيئر چانڊيو بٽيل محمد علي پناڻ جا وڏا وڙ جنهن انور پيرزادي جي ڪهاڻين جي روح ۾ لهي هن ڪتاب جو شاندار مهاڳ لکيو آهي ۽ سهڻي نثرنگار انور ابڙي صاحب بيڪ ٽائيٽل تي انور پيرزادي جي ڪهاڻين تي پنهنجي سگهاري راءِ ڏني آهي. جنهن جا بہ لک ٿورا.

اميد تہ سنڌي ڪهاڻي جا نقاد، سنڌي ڪهاڻي جي تاريخ ۾ انور پيرزادي جي هن ڪهاڻي مجموعي جي واڌاري جي وڏي ڀاڪر سان آجيان ڪندا.

**زرار پيرزادو**
انور پيرزادو اڪيڊمي

# مهاڳ

سنڌ جي ذري پرزي سان پنائي سرڪار جهڙو عشق ڪندڙ۽ هر وقت ان مٽان ساهه گهورڻ جهڙو جذبو رکندڙ، ويهين ۽ ايڪويهين صديءَ جي وڏي قد وارو، جديد کان جديد، روشن خيال دانشور، شاعريءَ ۾ اسڪول آف ٿاٽ جو حوالو بڻيل، شاهه جو مثالي پارکو، بهترين ڪالم نگار، محقق، آرڪيالاجسٽ ۽ اينٿروپالاجسٽ، نج ڳوٺاڻو، دل جو ڪونئرو، سخي، هر ماڻهوءَ کي پاڻ سمجهي انهن جي ڏک تي روئي پوندڙ۽ سندن پرجهلو ٿيڻ ۾ هر جوکم سر تي کڻندڙ ڏڱ مڙس، منهنجو رهبر، دوست، ساٿي ۽ ماءُ جهڙو حقيقي ۽ سچو پيار ڏيندڙ انور پيرزادو صاحب اڻڳڻين خوبين جو مالڪ هو. جن مان هڪ اهم ۽ سدائين ياد رکڻ جهڙي خوبي اها به هوندي هئي، ته هن جي هر گفتي، بلڪ هر جملي ۾ ڪا ڳالهه هوندي هئي. ڳالهه به اهڙي، جيڪا ٻڌندڙ جي ڪنن مان هڪدم سڌو رستو وٺي، دل جي دفتر ۾ لهي وڃي هميشه لاءِ اتي ديرا ڄمائي ويهي رهندي هئي. انڪري مان سدائين حجت ڪري هن کي چوندو هوس ته، ”سائين، اهو جيڪو وڏو ڪهاڻيڪار اوهان جي دل ۾ وينو آهي، ڪجهه ان کي به وقت ڏيو

۽ سنڌي فڪشن جي ڌرتيءَ تي لازمي طور تي پنهنجي باغ جي آبياري ڪريو.“

ٺهڪ ڏئي وراڻيندو هو ”وقت مليو تہ ائين ڪبو.“

بدقسمتيءَ سان اهڙو وقت حياتيءَ جي آخري لمحي تائين هن کي نہ مليو ۽ منهنجي اها ۽ ان سان لاڳاپيل وڏي ۾ وڏي ”آتم ڪهاڻي“ لکڻ جي خواهش بہ پورائي جو اعزاز ماڻي نہ سگهي!

۽ جڏهن هو نہ رهيو ۽ مون سميت لکين والهانہ پيار ڪندڙ ماڻهن کي ويڪرو ويڙهو ڏئي، ڌرتيءَ جي چادر پائي هميشہ لاءِ هليو ويو، تہ هن جي قلمي ورثي کي سهيڙڻ لاءِ سندس نالي سان ”اڪيڊمي“ ناهي وئي. جيڪا ڪنهن بہ سرڪاري سهڪار کانسواءِ پنهنجي مدد پاڻ جي بنياد تي 2007ع کان 2019ع تائين مختلف موضوعن وارا هِنَ جا ”انور پيرزادي جون ڪهاڻيون“ سميت 14 ڪتاب ڇپائي چڪي آهي ۽ ڪيترائي ڇپائيءَ جي تياريءَ هيٺ آهن.

هي ڪتاب، جيڪو انور پيرزادي صاحب جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي ۽ جنهن ۾ ڪل اٺ ڪهاڻيون شامل آهن، تن مان اڪثر ڪهاڻيون هن 1970ع جي پنهنجي جيل ياترا دوران لکيون. جن ۾ تنهن زماني جي مسئلن ۽ ڳالهين سان گڏ انور پيرزادي صاحب پنهنجي ڳوناڻي زندگيءَ جي ڀيانڪ غربت کي بہ وائکو ڪيو آهي. جنهن لاءِ هڪ ڀيري شادين مرادين تي دهل وڄائي مرادون ونندڙ عمر رسيده فنڪار گل فقير سان ملاقات دوران مونکي چيو هئائين تہ، ”اسانجي گهر جي غربت جو حوال هن شخص کان پڇ.“

۾ گل فقير ٻڌايو هو "ها سائين، تمام گهڻو مسڪيني حال هون. مون اهڙي غربت پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪاٽي ئي ڏٺي آهي..."

اهڙي غربت جي ڏهڻ مان نڪري آيل ۽ آسمان ۾ "پائليٽ" جي عهدي ڪي رسيل ۽ اتان سڌو جيل حوالي ٿي ويل هن سپورنجه شخص جتي قيد ڪڙولن وارن انهن ئي ڏينهن ۾ قلم ڪٽي شاعريءَ جي دڳ ڏي پنهنجي سوچ جا پير وڌايا، اتي هن ادب جي اهم صنف يعني ڪهاڻيءَ ڏانهن به پنهنجي خيالن ڪي سفر سانباهو ڪرايو.

هي ڪهاڻيون، جن ڪي لکيي ذري گهٽ پنجاهہ ورهيہ گذري چڪا آهن، سي جڏهن اڄوڪي زماني ۾ پڙهجن ٿيون ۽ انهن ۾ بيان ڪيل مسئلن ۽ ڳالهين تي غور ويچار ڪجي ٿو، تہ توڙي جو وقت جي وڇوٿيءَ جو شدت سان احساس بہ ٿئي ٿو، پر گهڻي ڀاڱي ائين ئي لڳي ٿو تہ هي اڄوڪي دور جون ئي ڪهاڻيون آهن. جن جي ماحول ۾ جيڪڏهن ٿورو گهڻو فرق آيو بہ آهي، تہ اهو موبائيل، انٽرنيٽ جو ئي آيو آهي، نہ تہ لڳ ڀڳ حالتون اڄ بہ هوبهو ان دور جهڙيون ۽ ساڳيون ئي آهن. چو تہ وقت اسان وٽ بدليو ناهي ۽ حالتن جي ڦيري سان ان جو ڳانڍاپو ٿي نہ سگهيو آهي.

انور پيرزادي صاحب جو ڪهاڻيڪار وارو هي تعارف، جيڪو هن جي لکڻين جي مهين جي دڙي هيٺان پنجاهہ سالن کان پيل هو ۽ هاڻي ظاهر ٿي چيچڙ لاءِ اسان اڳيان آيو آهي، تہ ان جي مطالعي مان هن جي ڪهاڻيڪار واري حيثيت سندس شخصيت جيان قدآور محسوس ٿئي ٿي. چو تہ ڪهاڻيءَ ڪي هن ڪهاڻيڪارن جي قطار ۾ نالي ڳڻائڻ لاءِ نہ لکيو آهي، پر ان ۾ پلاٽ،

ڪردارنگاري، منظرنگاري ۽ گفتگوءَ جي سونهن سان گڏ فني ۽ فڪري حوالي سان بہ روح ۽ درد جو رشتو ڳنڍي لکيو آهي. جن جي اڇوتائپ ۽ غير روايتي هجڻ جو بنيادي سبب اهو آهي، تہ ليکڪ کي ماڻهوءَ جي نفسيات جي بہ پليءَ پت خبر هئي ۽ فڪشن لکندڙ لاءِ ان ڪانسواءِ وڏي قد جو فڪشن لکڻ ممڪن ئي نہ آهي.

ڪتاب ۾ شامل سڀني ڪهاڻين جي ترتيبوار مطالعي بعد راءِ زنيءَ ڪرڻ لاءِ اول اول ڪهاڻي "خدا ۽ سرمايو" ڪٽي هٿ ۾ ڪجي ٿي.

هيءَ ڪهاڻي جيتري مختصر آهي، اوڏي ئي گهري ۽ وڏي مقصد واري آهي. جنهن ۾ وڏيري جي "اسلامي سوشلزم" ۽ "اونچ نيچ" جي نعري واري ڀچاپڙائيءَ کي واڪو ڪيو ويو آهي ۽ آخري جملي ۾ حيران ڪندڙ سوچ جي ويسوڙي ۾ وجهندڙ اهي لفظ تہ "سرمايو خدا تي حاوي آهي!" ڏئي، جڏهن ان تي ئي ڪهاڻيڪار پنهنجي تانَ توڙي ٿو، تہ پڙهندڙ جي چرڪ سان گڏ اندر مان چڻ ڪا ڪيهہَ نڪري ٿي وڃي. جيڪا ڪهاڻيءَ جي بيمثال ۽ جديد هئڻ جي گواهي تہ ڏئي ٿي، پر ان بحث کي حقيقت ۾ تسليم ۽ عام ڪرڻ ۾ مددگار ٿئي ٿي تہ، سرمايي کي اسانوٽ ڪيئن نہ خدا تي حاوي ٿيڻ لاءِ ڇيڪ ڇڏيو ويو آهي!

"ملاقات" انور پيرزادي صاحب جي تڏهوڪي پنهنجي جيل ياترا جي پس منظر ۾ لکيل حقيقي ڪهاڻي آهي، جنهن جي شروعات ئي درد جي وڏي ڇوليون هڻندڙ ساگر سان ٿئي ٿي. جيل جو لوهي سيخن مان نهيل ڄاريءَ جي پت وارو ملاقات جو ڪمرو،

ٻنهي پاسن کان بيٺل زال مڙس، جن جي تازوئي شادي ٿيل، ٻيئي ڀريان ڳوڙهن ۾ ڳالهائن ٿا ۽ پوءِ ڳوڙهن کي لفظ ڏئي جڏهن ڪهاڻيڪار ڪهاڻيءَ کي اڳتي وڌائي ٿو ته پڙهندڙ به هنيانءَ مُٺِ ۾ ڪري هن سان گڏ گڏ اڳتي وڌي ٿو.

ڪهاڻيڪار هاڻي هڪ پيرسن ماءُ جي ڪردار کي پيش ڪري ٿو. جيڪا شديد گرمي ۽ پيهه ۾ پنهنجي جوان پٽ سان زاروقطار روئندي ملاقات ڪري ٿي. هوءَ جڏهن پٽ کي چئي ٿي، ”تنهنجي مگ جوان ٿي آهي ، مون سان هل ته تنهنجو وهانو ڪريان.“ يا ”مان ڪلهه ڪنياتي کي مصري ڪارائي هئي، توڏي سلام مُڪا هئا، توکي مليا منهنجا ڊولڻ پٽ.“ ته، پڙهندڙ جا ڇهه به ڇجي ٿا پون ۽ ساڳئي ڪرب مان گذرندي هو ڪهاڻيءَ سان اجا به وڌيڪ ويجهو ٿئي ٿو.

ان ڪربناڪ منظر بعد هڪ ڪراڙي قيديءَ جي پنهنجي زال ۽ ٻارن سان ملاقات ڏيکاري وڃي ٿي. جنهن جو ننڍڙو پٽ يڪساهيءَ هن کي چوندو ٿو رهي ته، ”مونکي گوڏ وني ڏي. اٺ، هل هاڻي وني ڏي.“

اتي انورپيرزادي صاحب ڏسو ته ٻار جي نفسيات کي ڪيڏي نه منفرد ۽ نرالي انداز ۾ ظاهر ڪيو آهي. جنهن جي خواهش جي پورائي لاءِ قيد ۽ ڪوٽ ڄڻ ته ڪا معنيٰ ئي ڪو نه ٿا رکن!

ڪهاڻي اتان ترن ڪري مک ڪردار ”مان“ سان ان جي زال ۽ ٻارن کي منظر ۾ آڻي ٿي. جنهن جو ننڍڙو پٽ به اڳئين ٻار وانگر بي فلڪائيءَ سان جڏهن پيءُ کي چوي ٿو ”بابا، مان توکي وٺڻ آيو آهيان.“ يا ”جهاز ڪاهي جيل ۾ اچي لهندس ۽ توکي وني

هلندس.“ تہ ڪهاڻيڪار جي مشاهدي ۽ ذهني پختگيءَ سان گڏ پڙهندڙ جو فڪري طور بہ ان سان پيچ پختو ٿي ڪهاڻيءَ جي عروج ڏانهن وڌي ٿو.

۽ جيئن ڪهاڻي عروج طرف وڌي ٿي ۽ ”مان“ ڪردار جي وڏي پٽ سان ڪيل گفتگو، عام ڳالهہ جي تاثر مان مٿي ايري مقصد جو آسمان ڇهڻ لڳي ٿي تہ پڙهندڙ ان جي سحر ۾ ويتر وڃي ٿو. انور پيرزادو صاحب اتي پڙهندڙ کي هڪ عالمگير پيغام ٿو ڏئي، جيڪو انسانذات جي برابريءَ وارو آهي ۽ جنهن سان ئي هيءَ دنيا جنت ٿي سگهي ٿي.

پڇاڙيءَ ۾ ڪهاڻي وري بہ ٻار جي آزاداڻي نفسيات کي فوڪس ڪري ٿي. ملاقات جو وقت پورو ٿئي ٿو ۽ ”مان“ ڪردار جڏهن زال کان اڪين اڪين ۾ موڪلائي ٿو تہ ننڍو پٽ موڪلاڻيءَ کي نٿو قبولي ۽ جذبات ۾ ٻرجي چوي ٿو، ”بابي کي وٺيون پوءِ ايندا سون. اسان هن ٿلهي پوليس واري جو پيٽ ڦاڙينداسون.“

هن ڪهاڻيءَ کي بہ وقت جي فريم کان ڪڍي اڄ جي دور واري تناظر ۾ ڏسون، تہ هيءَ پنجاهہ سالن جي سفر ۾ اڄ بہ نئين نڪور آهي. انڪري، جو اسانجي ڏيهہ وارن جيلن ۾ قيدين جي ملاقات واري طريقي ۽ رواج ۾ ايڏو عرصو گذرڻ باوجود ٿِرَ جيترو بہ بدلاءُ ڪونہ آيو آهي. پيو تہ ليکڪ ان کي لکيو بہ اهڙي انداز ۾ وڏي ذميواريءَ سان آهي، جو پڙهندڙ هن جي قلم جي سور سان سلهاڙجي، ڪٿي بہ ساهي نٿو پٽي ۽ هلندو وڃي آخري جملي تي ٿو بيهي. جنهن ۾ ڄاڻايل آهي تہ، ”ٻارن پنهنجا معصوم هٿ سيخن ۾ مضبوط ڪري ڇڏيا هئا.“

علامتي نموني چيل ان جملي ۾ ڪيڏي نہ وڏي معنيٰ واري رمز رکيل آهي. جيڪا ڪهاڻيءَ کي، ڪهاڻين جي جهنگ مان ڪڍي ڌار ڪري ٿي منفرد روپ ۾ ظاهر ڪري ڪلاسڪ جي درجي جو مستحق بڻائي ٿي.

”ٻہ جيون ساٿي“ ڪهاڻي يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندڙ ٻن پريمين سوڍي ۽ موهنيءَ جي ڪردارن کي فوڪس ڪري لکيل آهي. جيڪي انقلابي خيال رکن ٿا ۽ سرمائيدراڻي نظام جي خاتمي جا خواهشمند آهن.

انهن ٻن ڪردارن جي وچ ۾ بحث جو خاص نقطو ”شادي“ آهي. جنهن لاءِ سوڍو بضد آهي ۽ ان لاءِ هن وٽ دليل اهو آهي تہ، ٻيئي شادي ڪري، هٿ هٿ ۾ ڏيئي وڌيڪ موثر نموني سامراج خلاف ۽ انقلاب لاءِ ڪم ڪري سگهون ٿا. پر موهني هن سان اختلاف ڪري ٿي ۽ اهو موقف رکي ٿي تہ، شادي معاشي مسئلن ۾ وڪوڙي ڇڏي ٿي ۽ انقلابي سوچ وارن کي انقلاب جي راهہ تان ٿيڙو ڏئي هميشہ لاءِ پرڀرو ڪري ٿي.

بهترين ۽ اعليٰ درجي جي عقل واري ان گفتگوءَ تي مبني هن ڪهاڻيءَ جو تاڃي پيٽو ڌاڳو ٿي موهيندڙ ۽ شاندار آهي. جنهن ۾ توڙي جو سياست جي روشن خياليءَ واري بحث کي پيش ڪيو ويو آهي، پر ڪهاڻيءَ ۾ سڪٽي نعري بازيءَ کان پاڻ بچائي ليکڪ ان کي وڌيڪ طاقتور ۽ پڙهندڙ جي دل ۾ سدائين لاءِ جاءِ جوڙي ويهارڻ جو سعيو ڪيو آهي.

ڪهاڻي ”قربانيءَ جي ٻڪري“ ڳوٺاڻي سماج جي جهلڪ پسائي ٿي. جنهن جو ڪڌو پاسو اهو آهي تہ، ماءُ جي پيٽ ۾ پيل

۽ نہ چاول نينگرين جا سڱ بہ ڪيا ويندا آهن ۽ ڪيا وڃن پيا.

قاپل اهڙي ئي هڪ ڇوڪري آهي. جيڪا پيٽ مان ٻاهر نہ آئي هئي، تہ وڏيري مينهين جي نالي ڪئي وئي هئي. پوءِ انگ نہ متائڻ واري عمر باوجود ئي هوءَ وڏيري مينهين جي ڪنوار بڻائي وئي ٿي. جيڪو براين جو پنڌار آهي. قاپل پهريئي ڏيءَ ڄڻي ٿي، تہ وڏيرو مينهون ٿو چوي، "هيءَ نياڳي زال آهي. جنهن مان پهريون ٻار ئي ڏيءَ ڄائي آهي."

وڏيرو اتان قاپل کان اکيون ڦيري ٻي شاديءَ لاءِ سوچڻ ٿو لڳي. پر هڪ ڪاتڪو شادي نہ ڪرڻ جي صلاح ڏئي ۽ "اسان توهان کي وڻ وڻ جي ڪائي پيش ڪنداسون" چئي بدڪاريءَ تي هرکائيس ٿو ۽ هو ان راهہ تي هلي پوي ٿو ۽ راتين جو مهري پلاٽي، روالور ستر سان ٻڌي ڪڇي جي هڪ هاريءَ جي گهر چارا ناهي، ڦنڊي چوي ٿو "مان ڪاڪ ڏٽي... منهنجو عشق عبادت آهي!"

هاڻي قاپل کي پٽ بہ ڄمي ٿو پر وڏيري جي نظر اندازيءَ ۾ فرق نٿو اچي. هڪ ڏينهن هوءَ پنهنجي وڃايل حق حاصل ڪرڻ لاءِ وڏيري اڳيان زبان کولي ڳالهائي ٿي، تہ موٽ ۾ وڏيري وٽان هن کي ٻن ٻارن سوڌو هڪالجي نڪرڻ پلئہ پوي ٿو.

هوءَ پنهنجي پيءُ ماءُ جي گهر ۾ رهڻ تي لڳي. جتان وڏيرو مينهون پٽ کي وٺي وڃي ڏامر ڏومر سان ان جي ٺهرن جو ڪاڄ ڪري ٿو. جنهن ۾ قاپل جي ڳوٺ وارن جي ميڙ ڪري وڃڻ باوجود هن کي "زال نہ چئي" شريڪ نٿو ڪيو وڃي ۽ هوءَ ان ڏک ۾ وڏي پيڙا ۾ رڙيون ڪندي تڙپندي تي رهي.

قاپل جي ان ڪربناڪ ڪيفيت کي چٽيندي ڪهاڻيڪار ڪهاڻيءَ کي آرٽسٽڪ ٻُلُ ڏياري لکي ٿو "هن ڳوڙها اگهيا ۽ سڏڪا پريندي اٿي وئي، مانيءَ ٽڪر ڪٽي اچي ٻليءَ کي وڏائين پر ٻليءَ نہ کاڌو."

هنن ٻن ابتدائي جملن ۾ انور پيرزادي صاحب انسان کي ڪيڏين بہ تڪليفن هوندي ٻاجهہ واري جذبي ۾ ڏيکاري ان جي اعليٰ گُڻَ کي اجاگر ڪيو آهي. جيڪو فطرت سان سلهاڙيل آهي ۽ ڪڏهن بہ ان کان ڌار ٿي نٿو سگهي.

ڪهاڻيءَ ۾ پوءِ وڏيري مينهين جي زوال جي ڏينهن کي ڏيکاريو ويجي ٿو ۽ حڪومت جي تبديليءَ سان نئون وڏيرو هن جي جاءِ والاري ٿو. جيڪو هر طرح جا پلوَ ڪرائڻ کان پوءِ هن کي 110 ۾ جيل اماڻڻ جا انتظام بہ ڪرائي ٿو. جنهن جي نتيجي ۾ هو روپوشيءَ واري زندگي گذارڻ تي مجبور ٿئي ٿو.

پويان پوليس ڪاهي ٿي اچي. وڏيري مينهين جي ٻانهن حاصل ڪرڻ لاءِ ان جا ننگ ڪيڻ جو فيصلو ڪري پوءِ قاپل کي ٿاڻي تي آڻي لاڪپ تي ڪري. جتي هوءَ وڏيري مينهين سان تعلق نہ هجڻ ۽ ان جي زال نہ رهڻ جون دانهون ڪري ٿي، پر آزادي نہ ٿي مليس ۽ مليس ٿو تہ انڌي، گونگي ۽ ٻوڙي پوليس جو هر طرح جو تشدد.

هن منظر ۾ ڪهاڻيڪار اوچتو ٻليءَ جي ٽپي سان صوبيدار جي منهن جي رانيونڇڻ ۽ رتو واهہ ٿيڻ جي عڪسبندي ڪري سپاهيءَ هٿان ٻليءَ جي مارجڻ تي ڪهاڻيءَ جو اختتام ڪري ٿو ۽ فيصلو يا ان جو نتيجو پڙهندڙ تي ڇڏي ڏئي ٿو. تہ اهو ڪيئن

بہ ڪيڍي؟

اهڙي نموني جي ڪهاڻي جي سرئيلسٽ پڄاڻي غير روايتي ۽ ان کي دوامر بخشيندڙ آهي. جنهن مان ڪهاڻيڪار جي سوچ جو اهو نئون ۽ نرالو حوالو بہ پراپت ٿئي ٿو.

ڪتاب جي پنجين ڪهاڻي "جيل جو سماج ۽ ڊاڙيل" بہ ڪهاڻي "ملاقات" جيان جيل جو پسمنظر رکي ٿي. پر انور پيرزادي صاحب ان کي نئون رخ ڏئي لکيو آهي. جيل جي ماحول، قيدين جي نفسيات ۽ انهن جي قسمن سان گڏ اي، بي، سي ڪلاسن جو ذڪر ۽ ان سان اونچ نيچ جي فرق کي ظاهر ڪري ان ئي ڪهاڻيءَ جي مهڙين حصي ۾ هو پنهنجي ذاتيات کي، يعني ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ ۾ مَنهن واري گهر ۽ متي گل فقير جي واتان ڄاڻايل انتهائي غربت کي بہ ڇڙ تہ تصديق طور شامل ٿو ڪري. لکي ٿو"جيل جي ڪوٺيءَ جي پنهنجي اباڻي گهر سان ڀيٽ ڪريان ٿو تہ معلوم ٿو ٿئي تہ مان تہ بهشت ۾ آهيان. اسانجي ٻلهڙيجيءَ واري ڪکائين گهر جو ورو تڙڪيل آهي- جنهن کي بابي ۽ مان ٿوڻي ڏني هئي. طوفان يا زوردار مينهن وسندو آهي، تہ گهر سڄو جهولندو آهي."

غريبي ۽ بيوسيءَ جي ان تصوير سان هو اتي ئي پنهنجي من اندر جي خواهش جو اظهار هنن لفظن ۾ ڏسو تہ ڪيڏي نہ عجيب نموني ٿو ڪري، "انوقت مونکي سوچڻو پوندو آهي تہ هن سماج ۾ گهٽ ۾ گهٽ اهڙو انتظام هجي تہ اسانکان سرڪار جيترو ڪم وٺيس سو وٺي ۽ اسانکي پڪو گهر، ڪاڏو ۽ لٽا ڏئي."

ڪهاڻيءَ ۾ اڳيرو هلي هو پنهنجي شفاف سوچ جو اظهار

ڏوهن جي خاتمي لاءِ جاکوڙيندڙ ۽ ان ڏوهہ ۾ سامراجي سازش تحت قيد ڪاٽيندڙ قيدين جو الميو بيان ڪندي ۽ انصاف پرڻي سماج جي اڏاوت لاءِ اجهو هيئن بہ پنهنجي تمنا کي ظاهر ٿو ڪري تہ،"جنهن ۾ ڏوهہ نہ ٿين، جنهن ۾ بک نہ هجي، جنهن ۾ ڪنهن اشراف جو ڪنوارو پاءُ اگهاڙو نہ ٿئي، جنهن ۾ هر ڪنهن کي مٽي ٻانو هجي، جنهن ۾ پورهيت ۽ هاريءَ جي خون مان محلاتون نہ جڙن، جنهن ۾ گوڏير هاريءَ جي پگهر جي پورهيي کي ڳڙڪائي وڏيرو اشرافن جا ننگ نہ تڪي ۽ جنهن ۾ سڪيلڏن ٻچڙن کي ارهہ ۾ گولي نہ لڳي."

ڏوهن جي خاتمي جي ڏوهاري ڪردارن جو ٻين قيدين کان ڌار ڪري انور پيرزادو صاحب انهن جو تعارف هن طرح ٿو ڪرائي،"اهي ڏوهي ان پوليس واري لاءِ بہ ڪم ڪن ٿا، جو هنن کي هٿڪڙيون هٽي گهلي رهيو آهي. اهي انهن جاسوسن جي پگهار وڌائڻ لاءِ بہ تڙڦن ٿا، جي هنن کي ڪميونسٽ لکي سزا ۾ اينگهہ ڪرائن ٿا. اهي قيدي مون ٻين سيني کان خوش ڏٺا. هنن جي پيشانيءَ مان فخر ڏٺم ۽ انهن وٽ پڇتاءُ ڪونہ هيو. شايد انڪري جو هو تاريخ جي ڌارا کي سمجهن ٿا. ظلم جي فلسفي کي سمجهن ٿا. دولت جي ورهاست کي ڄاڻن ٿا ۽ انهن کي خبر آهي تہ سرمايا ڪٺي ڪرڻ ڪري ڪهڙيون خرابيون پيدا ٿين ٿيون."

پنهنجي خوشين کي اجتماعي خوشين سان ڳنڍيندڙ انهن مثالي ۽ صاف سٿرن قيدين جو تعارف ڪرائي انور پيرزادو صاحب ڪهاڻيءَ جي مک ڪردار "ڌاڙيل" ڏانهن پنهنجي قلم کي موڙي ٿو.

هي ڪردار، جنهن جا ڪي بہ ڏاڍا هنيل نہ آهن ۽ جيڪو اتي جيل ۾ انوقت بہ هڪ نہ ڪيل خون جي عيوض چوڏهن سال قيد جي سزا ڀوڳي رهيوآهي، ان بابت ڪهاڻيڪار ٻڌائي ٿو، تہ هن کي هڪ ڏنگ زميندار، جيڪو تڏهوڪي زماني ۾ وزير بہ هو، بي گناهہ ٻن ترڪن جي اسپيئر ويل لڪائڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪرائي، ڏاڍن ۽ ڦرن جا ڏوهہ بہ شامل ڪرايا تہ آخر ۾ خونيءَ طور چوڏهن سال قيد بہ ڏياريو.

گهڻ پاسائين هي ڪهاڻي بہ هڪ دفعو پڙهڻ کان پوءِ هميشہ لاءِ پنهنجي ياد ڇڏي وڃڻ جهڙي خوبيءَ سان انڪري بہ مالا مال آهي، جو ڪهاڻيڪار، ڪهاڻيڪار ٿي ئي ان جي موضوع ۽ ڪردارن سان نياءُ ۽ انصاف ڪيو آهي.

ڪهاڻي "سازش" جو موضوع بہ انور پيرزادي صاحب پنهنجي بين ڪهاڻين کان بنهہ ڌار ڪري چونڊيو ۽ لکيو آهي. جنهن ۾ "ساجن" جهڙو باهمت ۽ ماڊل ڪردار بک جي ڀيانڪ تصور کي پٺي ڏئي ۽ عشق جي رنگينين ۽ پيٽ ڍَو جي اطمينان ۾ پنهنجيون وفاداريون تبديل ڪري ٿو ۽ انسان دوستيءَ واري آدرش تان اکيون ۽ ڪنڌ جهڪائي هٿ ڪٽي رت پياڪ ۽ انسان دشمن ڌرين سان سمجهوتو ڪري ٿو، تہ ليڪڪ ان کي باضميريءَ جي انصاف پريي فيصلي موجب تاريخ جي ڪٽهڙي ۾ بيهاري، "مجرم" ۽ "غدار" قرار ڏئي، پنهنجي پوري طاقت سان پوئتي ڌڪي ٿو ۽ اهو چئي تہ، "زخميل کي ڇڏي ڏيو، توهان اڳتي وڌو، وقت تمام ٿورو آهي." هڪ وڏي پيغام کي آشڪار ڪري ٿو جيڪو ڪمٽمينٽ جو آهي.

"پرين پڇاڻان" ڪهاڻي آهي تہ ڪوهہ ڪوٽڻ بابت، پر انور پيرزادي صاحب ان کي شاهڪار منظر نگاريءَ، مشاهدي جي ڊجيٽل ڪيميرا جهڙي اک، اعليٰ درجي جي شاعراڻي ٻوليءَ جي استعمال، ڳوناڻي زندگيءَ سان واسطو رکندڙ ناڪام عشق جي دکدائڪ ۽ نہ وسرندڙ داستان ۾ "اوپايي" جي مثالي ڪوڏياري ۽ ٻنيءَ جي ڪم ۾ وڏي هاڪ ۽ خاص طور تي "رونبي" ۾ ڪو مَٽُ ۽ ثاني نہ رکڻ واري خوبصورت ڇوڪري بسران جي ڪردار سان سينگاري، بي انتها سهڻو ۽ يادگار بڻائي ان انداز ۾ پيش ڪيو آهي، جو سنڌي ڪهاڻيءَ جي ياڳ جي تاريخ وڏيڪ جرڪندي ۽ چمڪندي نظر اچي ٿي.

ائين ۽ ڪتاب جي آخري ڪهاڻي "ڪاڇي جي ڪهاڻي" آهي. جيڪا انور پيرزادي صاحب پنهنجي حياتيءَ جي آخري ڏهاڙن ۾ لکي. تنهن کي ڪاڇي جي سوڪهڙي جو سڏڪو چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو. هيءَ ڪهاڻي، تمام ٿورڙن لفظن ۽ بلڪل ننڍڙي پلاٽ تي مشتمل آهي، ان کي انور پيرزادي صاحب ڪاڇي جي دائمي درد سان پنهنجي قلم جي حساس قلب ۾ سمائي شاعريءَ جي پيرايي ۾ اهڙي طرح لکيو آهي، جو پڙهندي سِٽَ سِٽَ مان سيسراٽيءَ جو احساس اپري ٿو.

ائين هن ڪتاب ۾ شامل هي سيئي ڪهاڻيون انور پيرزادي صاحب جو تہ اسان سان نئون تعارف ڪرائن ٿيون، پر سنڌي ڪهاڻيءَ جي محققن کي بہ نوان تعارف ۽ حوالا آڇين ٿيون.

**محمد علي پٺاڻ**

24 ڊسمبر 2018ع، لاڙڪاڻو

# خداءِ سرمايو

جنڊيءَ تي لٽل پلنگ مٿان ريشمي فراسي، پٽيرٽي، ٻه رلهيون ۽ هڪ گلٽيڪس جي چادر پيل هئي، مٿن ڪان پشم جهڙا وهاڻا ۽ پيرن کان ريشمي سوڙ پئي هئي. وڏيرو شڪار ڪري آيو ۽ اچي پلنگ تي ويٺو. هن جي اچڻ سان سڀ ماڻهو فرش تان اٿي بيٺا، جڏهن ويٺو تڏهن ٻه ڪجهه وقت هو بيٺا ئي رهيا، هن سگريٽ دکايو ۽ ماڻهن کي ويهڻ لاءِ اشارو ڏنو، هو ويهي رهيا.

ڪوٺيءَ جي پاسي وارين ٻن پٽين سان ڪرسين جي قطار هئي، جتي سنڌس جيڏا سرتا يا ڪمدار ويهندا هئا. مان اوچتو آيس، سمجهيم ته وڏيرو ڏاڍ مان پنڌ ڪري ڪو هاڻي ئي اچي ويٺو آهي ڇاڪاڻ جو هن جي ڪاري بوٽ تي اجا رئي چڙهيل هئي.

وڏيرو ۽ مان ننڍي هوندي اسڪول ۾ گڏ پڙهندا هئاسون، وڏيري جلد ئي پڙهڻ ڇڏي ڏنو هو، مان ساڻس گهرو هوندو هئس، ڪڏهن ڪڏهن ڇڪي پنهنجي پلنگ تي پيرن ڪان ويهاريندو هو، پر ڪمدارن جون ڪاوڙيل اکيون ڏسي مان سعيو ڪري لهي ڪرسي ريڙهي ان تي ئي ويهي رهندو هوس. وڏيرو پنهنجي قوم جو لٺ سردار ٻه هو ان ڪري ان جي راڄ جا ماڻهو هن ڪان سواءِ

ڪنهن بہ ٻئي کي هن جي پلنگ تي ويهڻ نہ ڏيندا هئا. هن دفعي مان سڏو ويجي ڪرسيءَ تي ويٺس. وڏيرو ملن جي خلاف اليڪشن ۾ اسلامي سوشلزم کي ووٽ ڏيارڻ لاءِ اسلام تي ڳالهائي رهيو هو. هُو چئي رهيو هو تہ اسلام ۾ اوچ نيچ جو ڪو بہ فرق ڪونهي. سوشلزم ان مساوات جو ٻيو نالو آهي.

مان ويٺس ئي مس تہ منهنجي پويان وڏيري جو هڪ هاري آيو. اندر گهڙي ادب سان نوڙي وڏيري کي پيرين پئي هيٺ ويهي رهيو. وڏيري جي بوٽ تي ٻن آڱرين جو نشان چٽو ڏسڻ ۾ پئي آيو. مان هاريءَ ڏي منهن ڪري چيو: "قرآن شريف ۾ لکيل آهي تہ هڪ خدا جي ذات کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ سجدو روا ناهي. اهو شرڪ آهي ڪفر آهي ۽ سجدي يا نوڙت جا بہ ڪيئي قسم آهن. سڏو سنئون تي باادب ويهڻ، ٻانهون ٻڌي ويهڻ، اڳتي جهڪي نياز ڪرڻ، گوڏن تي هٿ رکڻ ۽ جهڪڻ يا ڪنهن آڏو صفا جهڪي نرڙ زمين تي رکڻ مڙوئي سجدو آهي..."

مان چئي بس ڪئي، ڪجهہ وقت خاموشي ڇانئجي وئي، وڏيري جو اسلام تي ڳالهائي رهيو هو تنهن مون ڏي ڏٺو. ها ۾ ها ملائي هاريءَ چيو "بروبر سائين، هو ٻنهي جهانن جو رکوالو آهي".

ڳالهہ نٽائي وڏيرو مون سان شڪار جون ڳالهيون ڪندو رهيو. ٿورڙيءَ دير کان پوءِ اهو هاري پنهنجي جاءِ تان اٿيو. باادب وڏيري کي پيرين پئي آهستگيءَ سان بنگلي مان ٻاهر هليو ويو. مان نظر ڦيرائي ڏٺو تہ وڏيري جي بوٽ تي پنجن آڱرين جا نشان هئا!

مان سوچي رهيو هوس تہ سرمايو خدا تي حاوي آهي.

*(25 جنوري 1972ع-حيدرآباد)*

# ملاقات

لوهہ جي سيخن مان ٿهيل ڄاريءَ جي پٺ جا ٻئي پاسا ماڻهن سان ڀريل هئا. سيخن جي هر هڪ ڳڙڪيءَ ۾ چار چار اکيون هڪ ٻئي کي گهوري ڏسي رهيون هيون. وچ ۾ هڪڙي سيخن جي ديوار ۽ ٻي ڳوڙهن جي. پيهہ ڏاڍي هئي، هيٺ تر اڇلائڻ جي بہ جاءِ ڪا نہ هئي. گوڙ ۾ سڏڪن، اوڇنگارن ۽ ڳوڙهن ڀريل خاموشيءَ جا آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيا. اندرئين ۽ ٻاهرئين پاسي کان جيل جي پهريدارن جون رڙيون ۽ لڪڻ جا وسڪارا برابر نظر اچي رهيا هئا.

منهنجي ڀرسان منهنجو هنديوال پنهنجي زال سان ملاقات ڪري رهيو هو. سندس زال جوانيءَ جي پڙ ۾ اچا هاٺي ڀيير پاتو هو. ٻنهي جي شاديءَ جي مينڌي اڃا سندن هٿن تان ڪا نہ لٿي هئي. ملاقات جون چند گهڙيون ٻئي خاموش هئا. ٻنهي جون اکيون هڪ ٻئي کي ٽڪ ٻڌي ڏسي رهيون هيون ۽ چپ ڦڙڪي رهيا هئا. ٻنهي جون اکيون ۽ نڪ ٽمي رهيو هو. ٿوريءَ دير کان پوءِ وقت گذرڻ جي احساس هنن کي پرچايو ۽ ڳوڙها خشڪ ڪيا. هڪ ٻئي کي ويجها پوندا ويا. ٻنهي جا چپ هڪ انچ جي مفاصلي تي اچي بيهي رهيا. وچ ۾ هڪ لوهي ڪاري سيخ هئي.

هڪ انچ جو مفاصلو هنن جي وچ ۾ زمين ۽ آسمان جي وٿي هئي.

"ڪالهوڪي ڏينهن ۾ مان ٽي دفعا ڊوڙندي ڊوڙندي وڃي در کوليو، پر تون ڪو نہ هئين. شايد ڪن لنوي رهيا هئا، مان تہ ڇتو ٻڌو هيو تہ تون در کولڻ لاءِ سڏي رهيو هئين،" زال چيو.

مڙس ڳيت ڏني.

"مان ٽن پيرن تي پڙ باسيا آهن، هڪ فقير کان ڏارو وجهرايم، تنهن چيو تہ تنهنجو مڙس اوچتو اچي نڪرندو ۽ تون ان وقت گهر ۾ ننڊ پئي هوندينءَ، ان ڏينهن کان پوءِ مون کي ننڊ اصل ڪا نہ ٿي اچي". زال وري چيو.

"من... ... ... ... صبر ڪر، ايترو نہ سوچ، مان ٻئي جنم ۾ بہ تنهنجو آهيان". مڙس وراڻيو.

جيلر جي تڪڙ تي سندس زال هلي وئي. مون نظر ڦيرائي ڏٺو هڪ پيرسن ماءُ پنهنجي جوان پٽ سان ملاقات ڪري رهي هئي، مائي زار زار روئي رهي هئي. ماڻهن جي پيهہ ۾ گرميءَ ڪري هوءَ رکي رکي دل تي هٿ رکي سڄي بيٺي ٿي پئي ۽ وري پٽ ڏي ڏسي روئڻ پئي شروع ڪيائين.

"پٽ! مان توکي ان لاءِ ڪو نہ ڄڻيو هو". ماڻس سڏڪن ۾ چيو، "تنهنجي مڱ جوان ٿي آهي، مون سان هل تہ تنهنجو وهانو ڪيان".

پٽ خاموش بيٺو هو. هن جا لڱ ڪانڊارجيو پئي ويا، ڪنن جون ڪناريون ڳاڙهيون لال ٿي ويس، رکي رکي امان پئي چيائين ۽ آواز نڙيءَ ۾ گهٽجي پئي ويس.

"منهنجا جگر، مان تہ صدقو وڃانءِ، تون ڪڏهن گهر

ايندين، مان تہ گھور وجانءِ" چئي ماءُ اوچنگارن ۾ پئجي وئي.

پٽ جي اکين مان بہ چمڪندڙ ڳوڙھا ۽ بہ سڏيون ليڪون ناھيندا زمين ۾ جذب ٿي ويا.

"مان ڪلھہ ڪيانتي ڪي مصري ڪارائي ھئي، توڏي سلام مُڪا ھئا، توکي مليا ھئا منھنجا ڊولڻ پٽ؟". ماڻس پڇيو.

مان اتي بيھي نہ سگھيس، ٿورو اڳتي وڌيس، ھڪ ڪراڙو قيدي پنھنجي زال ۽ ٻارن سامھون بيٺو ھو، سندس ننڍڙو پٽ يڪي ساھيءَ چئي رھيو ھو:

"بابا! مون کي گوڏ وني ڏي، اٿ، ھل ھاڻي وني ڏي".

"ھل نہ، پلا چو نہ تو وني ڏين، پلا نہ وني ڏيندين چا؟".

"بابا! مان تنھنجي ڪٹ تي سمھندو آھيان، بابا تون ڪٽي سمھندو آھين، اڄ رات بابا مان توسان سمھندس".

ڪراڙي پيءُ جي ڏاڙھيءَ جي وارن مان ڳوڙھا ترڪندا جھول کي آلو ڪندا رھيا.

مان ھن ماتم جي ڏيک کان پري ٿيڻ لاءِ سوچڻ لڳس تہ منھنجي ملاقات الائي ڪڏھن ٿيندي. ان ڏينھن مان پنھنجي ننڍڙن ٻارن ۽ زال سان ملي خوش ٿيندس. ايتري ۾ سيخن جي پرئين پاسي کان پنھنجي زال کي ايندي ڏٺم، ڏاڍي خوشي ٿي، ويجھو ايندي ئي منھنجي ننڍڙي پٽ چيو:

"بابا، مان توکي وٺڻ آيو آھيان"

"پٽ! ھي ٿوپين وارا ماڻھو مون کي نہ ٿا ڇڏين" مون چيو

"بابا! ھي ڪير آھن؟"

"پوليس وارا"

"بابا! مان هنن کي ڪهاڙيون هٽي توکي وٺي ويندس."
منهنجي نڙي گهٽجڻ لڳي، مان ڳالهہ ٽٽائي چوڻ لڳس:
"پٽ تون ڪائون درجو ٿو پڙهين؟"
"بابا مان ٽئين ۾ آهيان، انگريزي پڙهندس، پوءِ فوج ۾ جهاز هلائيندس".
"شاباس! پوءِ ڪاٿي ويندين؟" پڇيم،
"بابا! مان جهاز ڪاهي جيل ۾ اچي لهندس ۽ توکي وٺي هلندس".
"پٽ تون تہ اجا ننڍڙو آهين نہ؟" چيم
"نہ بابا، مان هاڻي وڏو ٿيو آهيان، ڪائين جي پري بہ ڪري ايندو آهيان" پٽ چيو.
مان زال ڏانهن نظر ڦيرائي ڏٺو، هن جا چپ ڦڙڪي رهيا هئا ۽ سڏڪا پري رهي هئي، مان هن کي آٿت ڏيندي چيو:
"من! زندگي انهيءَ شئي جو نالو آهي،زندگيءَ جي هر موڙ تي ماٺهو حالتن جو بهادريءَ سان مقابلو ڪري تہ سٺو."
"ها، پر جنهن مهل هي معصوم ٻار تنهنجي مون کان پڇا ٿا ڪن ان مهل منهنجي آنڊن ۾ ولهوٽ ٿا پون. مان ڇا ڪيان." منهنجي زال ڳوڙها اگهندي چيو.
"تنهن هوندي بہ ٻارن کي سمجهائي سگهجي ٿو". مان چيو.
"نہ من ٻار هاڻ پاڻ سمجهہ وارا ٿيا آهن، تازو ڦٽاڪن جي عيد تي ٽنهي ٻارن ماني ڪا نہ کاڌي، بابا بابا ڪري اچي روئڻ ۾ چٽڪيا، پوءِ تہ مون کي آنڊا پيا وات ۾ اچن. مان ڪاڏي وڃان؟ تون سمجهائين." زال چيو.

منهنجون اکيون پاڻيءَ سان ڀرجي ويون ۽ زال ۽ ٻار هڪ ڏنڊ وانگي نظر اچي رهيا هئا، مان ٻارن ڏي ڏسي چوڻ لڳس:

”پٽ توهان عيد تي ڪيترا ڦٽاڪا ڇوڙيا هئا؟

”بابا، اسان جا ڦٽاڪا سنجهي ئي ڪپي ويا هئا، پوءِ اسان امان کي چيو تہ ڏس تہ بابو ڪاٿي آهي تہ اسان کي ڦٽاڪا وٺي ڏئي، پر امان نہ ڏسيو، بابا! تون ڪاٿي هئين؟“ منهنجي وڏڙي پٽ پڇيو.

”مان هت هئس“

”هت ڇا پيو ڪرين؟“

”ڦٽاڪن جو انتظام پيو ڪيان“

”ڪنهن جي لاءِ بابا؟“

”پٽ، سيني غريبن جي پٽن لاءِ“

”پوءِ انهن کي ڏنئي؟“

”پٽ، اهو ڪم ڏکيو آهي، مان هڪڙو نہ ٿو ڪري سگهان، جڏهن توهان وڏا ٿيندئو تڏهن توهان کي بہ ان لاءِ ڪم ڪرڻو پوندو، پوءِ وري توهان شادي ڪندئو، توهان کي ٻار ڄمندا تہ انهن کي بہ اهو ڪم ڪرڻو پوندو، پوءِ هڪڙو ڏينهن ايندو جڏهن سيني ٻارن کي هڪ جيترا ڦٽاڪا ملندا ۽ وڏي سڄي ڏينهن ڪو بہ ٻار نہ روئيندو“ مون چيو.

”بابا، پوءِ انهيءَ ڏينهن اسان بہ اڌ رات تائين ڦٽاڪا ڇوڙينداسون؟“ منهنجي ننڍي پٽ مشڪي چيو.

”ها، پٽ، اهڙو ڏينهن بہ ايندو“ مان ٿڌو ساهہ ڪڍندي چيو.

”بابا پوءِ اهو ڏينهن ڪهڙو هوندو؟“

”ڳاڙهو“

”منهنجي قميص جهڙو؟“

”ها پٽ تنهنجيءَ ريتيءَ قميص جهڙو“ مان وراڻيو.

ايتري ۾ جيلر رڙيون ڪندو آيو. هن اسان کي موڪلائڻ لاءِ چيو. مان زال کان اکين ۾ اکيون وجهي موڪلايو. هن جون اکيون پرجي آيون، هن ٻارن کي ياڪر پائي نرڙ تي چمي ڏني ۽ گهر هلڻ لاءِ چيو. ٻارن گڏجي احتجاج ڪيو ۽ وڃڻ کان انڪار ڪيو. ننڍي پٽ چيو”امان بابي کي وٺيون پوءِ ايندا سون. اسان هن ٿلهي پوليس واري جو پيٽ ڦاڙينداسون“.

منهنجي زال ششدر هئي.

جيلر مون کي ٻانهن کان وٺي سٽ ڏني ۽ ڌڪو ڏئي جيل جي يت وارو در تپائي ڇڏيو. مان منهن ورائي ڏٺو تہ منهنجي زال ٻئي هٿ منهن کي ڏئي سڏڪا ڀري رهي هئي ۽ منهنجن ٻارن پنهنجا معصوم هٿ سيخن ۾ مضبوط ڪري ڇڏيا هئا.

*(1 جون 1972 ڪراچي)*

# ٻہ جيون ساٿي

”نہ من! اهي سڀ پراڻيون ڳالهيون آهن جن جي ڪري اسان کي هڪ فرسوده نظام جو گهگهو ڳچيءَ ۾ پيو آهي.“

”جذبات جي وهڪ ۾ اچي تون جيڪي ڪجهہ چئي رهيو آهين، سو مان سمجهان ٿي تہ اسان کي موٿائي انهيءَ ڪوڙ هٽي جنجل واري رسم ۽ رواج ۾ ڦٿو ڪندو جنهن کي بدلائڻ جو اسان نئين نهيءَ عزم ڪيو آهي“.

”تہ ڇا تنهنجو اهو مقصد آهي تہ اسان کي بنيادي انساني فطري آزادي جو بہ حق ڪونهي ۽ اسان هڪ يوگيءَ واري زندگي گذارڻ لاءِ پيدا ٿيا آهيون؟“

”سوڍا! ڀل تون ان کي آزاديءَ يا ڪنهن ٻيءَ شيءِ جو نالو ڏي، پر اهو ڏڳ اسان کي موٿائي انهيءَ اوڙاهہ ۾ اڇليندو جنهن ۾ تنهنجا وڏا ۽ منهنجا وڏا صدين کان پچرندا رهيا آهن ۽ جنهن جو سيڪ نسلن جا نسل لتاڙي ويهين صديءَ جي جوانڻ جماڻ رت کي بہ سڪائي ڇڏيو آهي.“

”تہ پلا، تنهنجو مقصد ڇاهي تہ اسان انسان نہ آهيون يا اسان ۾ پيار ڪرڻ جي فطري جبلت موجود ناهي يا سچي زندگي

هڪ ٻئي کان پري رهي دنيا ترڪ ڪري ڇڏيون؟" سوڍي جون سوالي اکيون موهڻي کي گهورينديون رهيون.

موهڻي اداس ٿي وئي. هوءَ ڪئمپس جي اولهه ۾ هڪ ننڍڙيءَ پٿر جي ٽڪريءَ تي ويٺي سج کي ٻڏندو ڏسي رهي هئي، هن جون اکيون ٻڏندڙ سج وانگي مرجهايل ٿي لڳيون جن ۾ سنڌ ڌرتيءَ جي صدين جي پيڙا ليٽا پائي رهي هئي.

موهڻي سنڌوءَ ڪپ تي هڪ ٻوڙي ۾ رهندڙ هڪ هاريءَ جي ڄائي هئي، پنهنجي خاندان جي تاريخ ۾ هيءَ پهرين ڇوڪري هئي جيڪا تعليم وٺڻ لاءِ يونيورسٽيءَ ۾ آئي هئي، يونيورسٽي ۾ هوءَ پوليٽيڪل سائنس ڊپارٽمينٽ ۾ پڙهندي هئي جتي سوڍو بہ پڙهندو هو.

سوڍو، سنڌ جي ٻهراڙيءَ مان آيل هيٺين وچولي طبقي سان تعلق رکندڙ هڪ ماستر جو پٽ هو، جنهن کي سندس پيءُ ڪلي تي ٻڌل سيئي ڍور وڪڻي پڙهايو هو.

لهندڙ سج نيري آسمان تي نارنگي نشان ڇڏي ٽڪرين پٺيان غائب ٿي ويو. موهڻي سج کان پوءِ انهن ڪومايل شعاعن کي تڪيندي رهي جيڪي سج وانگي آهستي پنهنجا نشان مٽائي رهيا هئا.

سوڍو، سندس منهن ۾ جوهہ وجهي گهوري رهيو هو. موهڻي جو چهرو سانجهي جي مدّم رنگارنگي روشنيءَ ۾ اجا بہ پيارو ٿي لڳو. هو سوچي رهيو تہ جيڪڏهن پنهنجي وس واري آزادي بہ اسان پاڻ کي ڏئي نہ سگهياسين تہ پوءِ سامراج کان آزادي ڪيئن وٺنداسين. شام ڍرڪندي ٿي وئي، وقت جي وهڪ کي محسوس

ڪندي سوڍي خاموشيءَ کي ٽوڙڻ گهريو ۽ چيو:

”جيڪو انسان پنهنجو پاڻ سان انصاف نہ ٿو ڪري سگهي سو ٻئي سان ڪهڙو انصاف ڪندو؟“.

موهڻي ٿڌو ساهہ کنيو ۽ خيالن جي ڇولين مان پاڻ ڇڏائي چيو:

”سوڍا! جنهن کي تون پاڻ سان پاڻ انصاف ڪرڻ سڏين ٿيو، اهو مفاد پرستي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ ناهي. جيستائين انصاف جو تعلق آهي، سو مون کي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تہ تو وارو فارمولو تو ۽ مون لاءِ انصاف ثابت ٿيندو.“

”ٻہ جيون ساٿي هڪ مقصد لاءِ وڏيڪ ويجها ٿي جيڪڏهن هٿ هٿ ۾ ڏئي جدوجهد ڪندا تہ مقصد سان ٻہ انصاف ٿيندو ۽ پاڻ سان ٻہ.“ سوڍي ميرانجهڙي آسمان ۾ يونيورسٽي جي عمارتن جي چوٽين کي گهوريندي چيو.

”مان سمجهان ٿي تہ ائين ڪرڻ ڪري اسان ٻنهي سان بي انصافي ٿيندي.

نہ من! شادي ڪرڻ کان زندگي جو هيڏو سارو آفت جهڙو معاشي مسئلو درپيش اچي ٿو، تو ۽ مان اڃا پڙهڻ ختم نہ ڪيو آهي. ان کان پوءِ نوڪري، تو ۽ منهنجي طبقي لاءِ پل صراط کان وڌ مشڪل مسئلو آهي، ٻار ٿيندا، انهن جي پرورش، تعليم ۽ ترويج، اسان کي ايتري ويسند ڪاٽي ڏيندي تہ اسان نظام کي ڍاهڻ جهڙو جوکم وارو ڪم اڳتي وڌائي سگهون“. موهڻيءَ سوڍي جي اکين ۾ اکيون وجهي چوندي رهي، هن جي اکين مان آڳ جا الا نڪري رهيا هئا.

”نہ موهڻي! تون ڀليل آهين، ڪو بہ انقلابي ڪم ذهني سڪون ڪانسواءِ ڪري نہ ٿو سگهجي. ذهني سڪون حاصل ڪرڻ لاءِ تنهنجي ۽ منهنجي شادي ضروري آهي“.

”فرسٽريشن کي ختم ڪرڻ جو هي طريقو فراريت آهي چريائي آهي، طريقو ”Remedy of Melancholy with Madness“ ٿيندو. تو ۽ مون جهڙا اهڙيءَ ئي ذهني پريشاني جي حالت ۾ شراب پيئندا آهن، سڪون ڳوليندي ڳوليندي هپي ٿيندا آهن، زندگيءَ کي ترڪ ڪندا آهن“.

”پر توکي خبر آ. هپي ازم زندگي جي اڏيهي ڪاڏل قدرن خلاف احتجاج آهي، موهڻي“. سوڍي پنهنجو دليل ڏيندي چيو.

”مان قبول ٿي ڪريان تہ هي احتجاج آهي پر احتجاج جا بہ ڪيترائي قسم آهن. دشمن خلاف احتجاج ڪندي ڪو ماڻهو پاڻ کي ماري ڇڏي ٿو ڪري اهو احتجاج ناهي پر اڻ سڌي طرح دشمن جي بقا جي حمايت آهي، دشمن کي نابود ڪرڻ دشمن خلاف سڀ کان وڏو احتجاج آهي جنهن کي انقلاب چون ٿا“. موهڻي جواب ڏنو.

سوڍي ڳيت ڏيندي وري بہ دهرائيندي چيو: پر تون شاديءَ جي خلاف ڇو آهين؟

”مان شاديءَ جي خلاف ناهيان پر مون کي خبر آهي تہ تنهنجي پيءُ ۽ منهنجي پيءُ بہ شادي ڪري ورتي هئي، سنڌ ۾ جائي ڄم کان وٺي ٻارن جا نالا هڪ ٻئي تي رکيا ويندا آهن، جنهن پراڻي نظام کان اسان ڪڪ آهيون ان ۾ پيار بہ ٿيندو آهي ۽ البت تمام سختي سان، ٻهراڙي ۾ خاص ڪري جتي پردي جو

سخت رواج هوندو آهي اتي پيار وڏيڪ زور سان سوڍا جي بوتل وانگي ڦاٽندو آهي. ايتري قدر جو اونداهي راتين جو شريفن جي گهرن جون پردي پوش ڪنواريون مرداڻا لباس ڍڪي ڪهاڙيون ڪلهن تي رکي پنهنجن سينڌن سان ملڻ وينديون آهن. اهي سڀ پراڻيون ڳالهيون آهن، انهن سيني جذبن سان روايتون نه ٽيون ٽٽن. تون ۽ مان به شادي ڪريون، سياڻي ٻار ٿين ۽ ٿئين ڏينهن ساڳا ڪنا ساڳ جا. زندگي ۾ پناهه جي ڳولا اهو نٿي سيڪاري." موهڻي اهو سڀ ڪجهه چئي اکيون ڦوٽاري سوڍي ڏي ڏسڻ لڳي.

ڪئمپس جي پسگردائي هيئنر اونده جي اوٽ ۾ ويڙهجي وئي هئي. سوڍو ۽ موهڻي پٿر جي ڇپ تان اٿي هاسٽل ڏي هلڻ لڳا، هو اڪثر ڪري شام جو هاسٽل مان نڪري هتي اچي ويهندا هئا ۽ پنهنجي پنتي پيل قوم جي مختلف سماجي، سياسي، مذهبي ۽ طبقاتي مسئلن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪندا هئا. موهڻي، يونيورسٽي جي ٻين ڇوڪرين وانگي رڳو فيشن ايبل، نازڪ بدن ۽ چلولي ڪا نه هوندي هئي. هن جي زندگي ڪنهن مقصد ڪاڻ هوندي هئي، موهڻي ڪي سنڌ اندر سماجي حالتن ۽ خاص ڪري عورتن سان ٿيندڙ ظلمن جو پورو پورو قدر هو. هوءَ آئڊيلسٽ ڇوڪري هئي.

سوڍو به سنڌ جي هيئنين وچولي طبقي جي مصيبت جهڙي زندگي کان واقف هو. هو جڏهن سنڌ تي سوچيندو هو ته سندس پيءُ جي زندگي هن جي آڏو ابتي سبتي ڦرڻ لڳندي هئي، پوءِ جڏهن هو هيئنين وچولي طبقي کان لهي پورهيت طبقي تي

سوچيندو هو تہ هن جو ذهن چڪر کائڻ لڳندو هو. ڪڏهن ڪڏهن هو اهڙي اندر جي آنڌمانڌ کي اجهائڻ لاءِ وسڪيءَ جي وٽي جو بہ سهارو وٺندو هو. شايد ان ڪري جو هو موهٽيءَ کان وڌيڪ حساس طبع هوندو هو.

شاگردن ۽ شاگردياڻين جي ميس ۾ چهل پهل لڳي پئي هئي، ميس رنگارنگي بلبن سان روشن هئي، شاگرد ۽ شاگردياڻيون ريفريشمينٽ جي لاءِ ٽولا ٽولا ڪيون ويٺا هئا، موهٽي ۽ سوڍو بہ اچي هڪ ڪنڊ ۾ ويٺا. بيرو چانهن کڻي آيو. موهٽيءَ سوڍي ڏي منهن ڪري "مي آءِ سروِ" چئي چانهن ناهڻ شروع ڪئي. سندس چپن تي سنهڙي سنهڙي مرڪ هئي.

"سائين! توهان کي ڪجهہ مائينڊ تہ نہ ٿيو آهي؟" موهٽي اکيون مٿي کڻي چيو.

سوڍي ڪلندي وراڻيو "نہ نہ. اهڙي ڪا ڳالهہ ڪانهي، بهرحال مان ڪڏهن سوچيندو آهيان تہ سنڌ ۾ عورت جيئڻ تہ پيڙهين کان پيڙجندي رهي آهي، ان ڪري اسان جي جديد پڙهيل ڇوڪرين ۾ مردن لاءِ لاشعوري طور تي نفرت پرجي وئي آهي، خبر نہ آهي تہ مان ڪيتري قدر صحيح يا غلط آهيان".

"ان لاءِ منهنجو شخصي طور تي هي خيال آهي"، موهٽي چانهہ ناهيندي چيو "تہ عورت جي حقن جي حامي ماڻهن جا هن ڏس ۾ مختلف نظريا آهن، جيتوڻيڪ عورت جي آزادي Emancipation لاءِ سڀ متفق آهن، پر هڪڙا ماڻهو هن کي آمريڪا واري آزادي ڏيڻ گهرن ٿا، جتي عورت کي آزاد ۽ ڇڙواڳ ان ڪري ڪيو ويجي ٿو تہ جيئن هوءَ مرد جي عيش جو بهترين

اوزار بڻجي سگهي. باقي هن ڪي ملڪي حڪومتي معاملن ۾ ڪي سيڪڙو به نمائندگي ڪانهي. ٻيا ماڻهو سنڌي عورت کي سنڌي مرد خلاف ڀڙڪائيندي هن ۾ نفرت پرين ٿا ۽ چون ٿا ته سنڌ ۾ عورت تي سمورو ظلم مرد ڪري ٿو. جنهن ڪري خانداني سڪون کي هيڏو سارو ڇيهو رسي ٿو. پر منهنجو خيال اهو آهي ته عورت يا مرد جي مڙني حقن جو پرمار استحصالي نظام آهي، جنهن ڪري عورت اقتصادي غلامي جو شڪار رهي آهي".

گرم چانهن جو ڪوسو ڍڪ ڀريندي سوڍي چيو:

"ڇا پردو توکي مسئلو نظر نه ٿو اچي؟"

موهڻيءَ ڪوپ ميز تي رکندي چيو:

"وڏن شهرن ۾ رهندڙ پڙهيل اعليٰ طبقي جي ڪيترن سنڌين کي خبر ئي ڪانهي ته سنڌي عورت جي اڪثريت بي پردي رهي ٿي، سنڌ جو اڪثر عوام ٻهراڙين ۾ رهي ٿو ۽ ڪيتي جو ڪم ڪري ٿو. ڪين انگ ڍڪڻ لاءِ ضروري ڪپڙو به ڪو نه ٿو ملي، هو چادري ڇا مان نهرائين؟ ان ڪانسواءِ سنڌي هارياڻي يا پورهيو ڪندڙ عورت پنهنجي مڙس هاري سان ٻني ۾ ڪم ڪندي آهي. ماني ڪڻي ويندي آهي. ٻارڙ واٽريندي آهي، گاهه ڪندي آهي، ڦٽيون پٽيندي آهي ۽ جنڊ پيهندي آهي، جيڪڏهن پردو ئي رڳو مسئلو هجي ته پوءِ انهن عورتن کي توهان آزاد سڏي سگهو ٿا. پر ائين ناهي، دنيا جي سڌريل عورت جي پيٽ ۾ هو تمام پٺتي پيل آهن".

"تنهن جي معنيٰ ته تون اڻ سڌي طرح پردي جي حمايت ٿي ڪرين؟ ۽ عورتن کي ڪوٺن ۾ بند رکڻ کي پسند ٿي ڪرين؟.

”نہ سوڍا! مان پردي جي مخالف آهيان، مان عورت ۽ مرد کي هڪجهڙو سمجهندي آهيان، پر منهنجو مقصد آهي تہ پيٽ پرڻ کان اڳ پردي لاهڻ جي جدوجهد مان ڪو هڙ حاصل نہ ٿو ٿئي. عورت کي بکيو پيٽ اگهاڙو بہ ڪري وجهي ٿو. بنيادي مسئلو آهي مساوي معاشي نظام. جيڪڏهن اهو نظام اچي وڃي تہ هر فرسوده سوچ کي پنجوا اچي ويندو ۽ جيئن تہ ان نظام کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ عورتن ۽ مردن کي گڏجي ڪم ڪرڻو پوندو. ان ڪري هي سڀ مسئلا حل ٿي ويندا. عورت ۽ مرد لاءِ لياقتن آهر ڪم ۽ ڪم آهر اجورو هوندو. جڏهن ماڻهوءَ جو ماڻهوءَ مٿان ظلم ختم ٿيندو تڏهن عورت مٿان مرد جي هر فوقيت بہ ختم ٿي ويندي، ان ڪري ضروري آهي تہ عورت ۽ مرد کي پاڻ ۾ نہ ويڙهائجي، پر انهن کي اهڙي سکيا ڏجي تہ سڀ انقلابي قوتون عورتون ۽ مرد متحد ٿي وڃن ۽ اقتصادي غلامي جو خاتمو آڻين.“

ميس ۾ موجود شاگرد ۽ شاگردياڻيون هميشہ وانگي هنن ٻنهي کي ڳوڙهي بحث ڪندي ڏسي کلي رهيا هئا. هو سمجهندا هئا تہ موهڻي ۽ سوڍو ڪريڪ آهن ۽ پوليٽيڪل سائنس جا شاگرد هوندئن بہ مٿي خراب ٿيندا آهن، هنن جو خيال هوندو هو تہ موهڻي ۽ سوڍو شادي تہ ضرور ڪندا پر هنن جي شاديءَ ۾ عشق گهٽ ۽ فلسفو وڌيڪ هوندو.

موهڻي ۽ سوڍو پسگردائي کان بي نياز پنهنجي قومي مسئلن تي سنجيدگي سان سوچي ۽ ڳالهائي رهيا هئا. هو ٻئي پاڻ کي سنڌ جي باشعور طبقي جا ذميوار فرد تسليم ڪندا هئا ۽ يونيورسٽي ۾ حاصل ڪيل اعليٰ تعليم جي مدد سان سنڌ جي

ٻهراڙين کي ويهين صدي جي فني ۽ سائنسي ترقيءَ سان سينگارڻ جا سندر سپنا ڏسندا هئا.

موهڻي ڇوڪري هئي ۽ سوڍو ڇوڪرو هو. جڏهن هو گڏ ويهندا هئا تہ محسوس ٿي نہ سگهندو هو تہ ڪير ڪنهن جي ڪمزوري آهي. عشق کي هو پيٽ ڀرئو جي اوڳرائين کان وڌيڪ ڪجھ ڪو نہ سمجهندا هئا. جنسيت کي هو انساني فطرت جو هڪ اهم پهلو سمجهندا هئا جنهن کي مذهب ۾ گناهہ سمجهي دٻائي مسئلي جو روپ ڏيڻ کي بنيادي مسئلن کان ڌيان ڦيرائڻ جي سامراجي چال سمجهندا هئا.

يونيورسٽي جا ٻيا شاگرد ۽ شاگرديائيون "دم مارو دم" ڳائي ٽوسٽ ڪري رهيا هئا ۽ هي ٻئي "نيٺ تہ ڀڄندي، ڪيسين رهندي، دوکي جي ديوار او يار" واري ڌن جهونگاري رهيا هئا.

# قرباني‌ءَ جي ٻڪري

قاپل اجا ماءُ جي پيٽ ۾ هئي تہ هن جو سڱ وڏيري مينهين سان ڪيو ويو هو. چون ٿا تہ قاپل جي پيءُ کان وڏيري وڏي هڪ سڱ لهڻو هو. قاپل ڄائي تہ وڏيرو مينهون ستن سالن جو هو ۽ جلد جيئري ٿي پٽس پنهنجي پڳ ٻڌرائي هئس.

فطرت پنهنجي جهول ۾ ڪيئي املهہ ماڻڪ پالي ٿي. ڪيئي جيو وڏا ٿين ٿا، اميدون اپرن ٿيون، خواب لهجن ٿا ۽ خيالي محل جڙن ٿا. هر ڪو ٻار ٻار ٿيندو آهي، هن کي نہ غربت جو احساس هوندو آهي ۽ نہ شاهوڪاريءَ جي چاهت، ان آزاد ٿيءَ ۾ قاپل پنهنجي ليکي هڪ شاهڪار هئي. پل تہ هوءَ هڪ غريب جي ڌيءُ سڏائيندي هئي، هن اجا انگ ئي نہ مٿايا هئا تہ هن جي شادي وڏيري وڏي جي پڳدار پٽ مينهين سان ڪرائي وئي، پهرينءَ رات هن مڙس کي "ادو مينهون" ڪوٺيو هو.

دنيا جي سيني وڏيرن وانگي مينهون بہ ناٽي جي نشي ۾ ڪڪڙ ويڙهائيندو هو، هارين جي پيدا ڪيل ڪٽڪ مان ڪمايل پئسا وڏن وڏن داون ۾ لڳائيندو هو. تر جون ۽ ٻاهر جون ڪچريون هن جو سلام پرڻ ايندڙيون هيون، جتي روپئي جي

ضرورت هوندي هئي اتي هو ڏهہ ڏيندو هو. ملان هن کي سخي ۽ فقير مولائي ڪوئيندا هئا. هن هڪ سال هارين تي حساب ڪتاب ڪان پوءِ هڪ هڪ وڏيڪ ڳوڻ مڙهي ڳوٺ ۾ هڪ عظيم الشان مسجد بہ ٺهرائي هئي. ڳوٺ جي فقراهہ کي مڪان لاءِ هڪ ڪورو پچرائي ڏنو ۽ چرس پيئڻ جي اختياريءَ وارن ڪان اجازت وٺي ڏني.

ڳوٺ وارا چوندا هئا تہ اسان جو وڏيرو اسان جو پرجهلو آهي، هو خوش ۽ مضبوط تہ جڻ اسان خوش، ڇو تہ يا ٽجي پاڻ مڙس ماڻهو يا ويهجي مڙس جي پر ۾. هن کي نوڪري چاڪريءَ جي ضرورت ڪا نہ هئي ان ڪري اسڪول جو منهن ڪو نہ ڏٺو هئائين.

هڪڙي پيري ٽاٽي جو صوبيدار وٽس گهري آيو ۽ چيائينس تہ حڪومت ملڪ ۾ امن امان قائم رکڻ جي سلسلي ۾ توهان جي مدد جي محتاج آهي. اهو توهان جو قومي فرض آهي تہ توهان ان معاملي ۾ اسان جو هٿ ونڊايو. ان ڪان پوءِ چوندي چوندي اشرافن ماڻهن جا 109 ۽ 110 ۾ نالا ڏنا هئائين جن ۾ شهر جو ماستر بہ شامل هو.

قاپل کي شاديءَ جون مبارڪون مليون. هوءَ غريب عورت هئي، هن هيڏو ناڻو، هشمت ۽ ساک ڪنهن ماڻهوءَ جي ڪا نہ ٻڌي هئي، تورڙي ئي وقت ۾ هن مڙس کي مڙس قبوليو ۽ پنهنجي جواني نذر ڪئي.

سال ڪان پوءِ هنن کي هڪ ڌيءُ ڄائي، قاپل کي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ وڏيري مينهين ٻيءَ شاديءَ لاءِ سوچڻ شروع ڪيو. چئي "هيءَ نياڳي زال آهي جنهن مان پهريون بار ئي ڌيءُ ڄائي آهي"، قاپل

هينئر پنهنجو هار سينگار ڇڏي پنهنجي جگر جي ٽڪري کي ڏاهڻ شروع ڪيو.

وڏيري پنهنجي ڪاٽڪن ۽ پاٽاريدارن سنگتين سان ٻي شاديءَ جي صلاح ڪئي. جن چيو ته "سائين توهان کي الله گنج ڏنو آهي، اسلام چئن شادين ڪرڻ جي اجازت ڏئي ٿو. توهان حڪم ڪيو ته اسان توهان لاءِ حور به هٿ ڪري سگهون ٿا".

انهن مان هڪ موٿيل مڙس صلاح ڏيندي وڏيري کي چيو "پوتار! جي، منهنجي ٻڌو ته چوٿا جنجل ۾ پئو، شادي ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت، ملڪ پڪو پيو آهي، حڪم ڪيو ته اسان توهان وٽ وڻ وڻ جي ڪاني پيش ڪنداسون". وڏيري کي هيءَ صلاح وڻي.

ان کان پوءِ وڏيرو هڪ پلو مَهري پلاٽي روالور سٹر سان ٻڌي ڪچي جي ڪانهن مان رات جو هڪ هاريءَ جي گهر ۾ گهڙي ويندو هو. سندس به سنگتي در تي بيهندا هئا، پرهه ڦٽيءَ جو جنهن مهل موٽندو هو ته سنگتي چوندا هئس ته "سائين توهان جو عشق به هڪ عبادت آهي". تنهن تي هو ڪين شاهه جو سر راڻو ٻڌائيندو هو ۽ چوندو هو ته "منهنجو مهري به اهو ساڳيو ڇانگو اٿو ۽ مان ڪاڪ ڏٺي. شاهه جي سر راڻي جو روحاني راز پڙهي ڏسو ته توهان کي خبر پوندي ته منهنجو عشق عبادت آهي".

ڦاپل جي من جو ڪنول جو اجا ڦٽو ئي مس هيو، سو ڪومائجڻ لڳو، جڏهن کان وڏيري ٻي شاديءَ جو خيال ترڪ ڪري ڇڏيو هيو تڏهن کان هن کي ٻيو به بار ٿي پيو هو ۽ هن کي ان ڏينهن هڪ صحيح صدمو رسيو هيو جڏهن هن ڏٺو ته هن کي

پٽ ڄائو ۽ مڙس ڪا بہ دلچسپي نہ ورتي. هن کي پٽ ڪو سولو ڪو نہ ڄائو هو. هن سڄيءَ سنڌ جا پير پيتيا هئا، چاڪاڻ جو هن کي پڪ هئي تہ مڙس تڏهن ئي منهن ڏيندو، جڏهن هن کي پٽ ڄڻي ڏيندس.

ڦاپل پنهنجي ئي ذات مان پر هڪ هاريءَ جي ڌيءُ هئي، هوءَ نيٺ انسان هئي، هن سڙي سڙي نيٺ هڪ ڏينهن اباڪ ڪاڍو، اندر ۾ ڪڙهندڙ سندس من ڦاٽ ڪاڍو، هن پنهنجي جذبات جي خون جو انصاف چاهيو ۽ وڏيري هن کي بي عزتو ڪري ٻارن سوڌو گهر مان ڪڍي ڇڏيو.

پيءُ جي گهر ۾ هن هٿ جو پورهيو شروع ڪيو، ٻارڙن لاءِ لٽو ڪپڙو ۽ شيءِ شگل جو پورائو ڪندي ايندي هئي، رات جو ڪڏهن ڪڏهن هن کي ننڊ نہ ايندي هئي، هوءَ پاسا اٿلائي رات گذاريندي هئي، ڪڏهن ڪڏهن هن کي خيال ايندو هو تہ جيڪر هوءَ مڙس کان بدلو وٺي. هوءَ ڪو بيو سهو ڪري مڙس کي گلارو ڪري پر پوءِ پنهنجي ۽ پنهنجي پيءُ جي عزت کي ڏسي زهر جو ڍڪ پيري ويندي هئي. هڪ دفعي هن ماءُ کان ان ملان جو پڇيو جنهن هن جو نڪاح پڙهيو هيو. ماڻس ٻڌايس تہ ”امان! جنهن رات تنهنجو نڪاح پيو پئي اتي تنهنجو ماموءَ ڳوٺ جو ماستر بہ موجود هيو، هن چيو هيو تہ سرڪاري قانون مطابق نڪاح جائز ناهي ڇاڪاڻ جو ڇوڪريءَ جي عمر گهٽ آهي“.

”تہ پوءِ نڪاح ڇو پيو هو امان!“

”ڌيءُ، ملان نڪاح في ڪانسواءِ ڳوڻ ڪٽڪ جي بہ ورتيءِ نڪاح پڙهيو هيو.“

”هون“ ڏيٺس ڳيت ڏيندي چيو
”امان! منهنجو اهو مامو هاڻي ڪٿي آهي؟“
”ڏيءَ تڏهانڪر جيل ۾ آهي، هڪڙو قلم لاهي پيو تا چاڙهنس“.

هڪ عورت جي حيثيت ۾ قاپل کي ايتريءَ پڇا ڳاڇا جي بہ اجازت ڪا نہ هئي، ماڻس ڳالهہ نٽائي اٿي وئي ۽ هيءَ ڪجهہ سوچي رهي هئي.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ وڏيري مينهين پنهنجي پٽ کي مسلمان ڪرڻ جو پروگرام ٺاهيو. طهر جي ٺٺ ٻڌي، سهرا شروع ٿي ويا. يلا وڏيري جو پٽ، وڏو گڙنگ وهاڻو ٿيو. وڏيري جو گهر خوشين ۽ شادمانين سان جرڪي رهيو هو. ڪيريون پئي نچيون ۽ ٻڪريون پئي ڪٺيون. دهل شرنائين ڳوٺ کي مٿي تي کڻي وڌو هو. وڏيري جو پٽ هڪ وڏي پلنگ تي وهاڻن سان ٽيڪ ڏيون ويٺو هو ۽ هن جي هٿن پيرن کي ميندي لڳل هئي، مٿي تي موڙ ٻڌل هئس، هڪ ننڍڙو گهوٽ لڳي رهيو هو. وڏيرو مينهون خوشيءَ ۾ نہ پيو ماپي، خير خيرات ۽ نياڻين سياڻين کي ججهو پيو ملي.

هتي قاپل، گهوٽ جي ماءُ پنهنجي پٽ جي جيئري اميد ڏسي نہ پئي سگهي. هن جي آنڊن ۾ ولهوٽ هئا. دهلن ۽ شرنائين جي آوازن تي هن جو اندر جهري رهيو هو. هن اوچنگارون ڏنيون، رڙيون ڪيون ۽ واويلا مچايا پر ڪنهن ڪين ٻڌس. هوءَ گهر مان تڙيل هڪ ڪمزور عورت هئي. سڄي ڳوٺ جون عورتون وڏيري جي گهر ۾ جمع ٿيل هيون. هن گهر ۾ صرف قاپل ويٺي هئي ۽ ان جي پير ۾ هن جي ڏاريل هڪ ٻلي. هن ڳوڙها اگهيا ۽ سڏڪا

پريندي اتي وئي، مانيءَ ٽڪر ڪٽي اچي ٻليءَ ڪي وڏائين پر ٻليءَ نہ ڪاڏو.

ڳوٺ جي ڪجهہ ماڻهن گهوٽ جي ماءُ بابت سوچيو هو ميڙ ڪري وڏيري مينهين ڏي ويا جنهن ڪتو جواب ڏنن، چئي" هوءَ منهنجي زال ٿي ناهي". نااميد ٿي موٽي آيا ۽ طهر ٿي ويو.

وڏيرو شاهہ جي راڻي وانگي، ٻلي مهريءَ تي چڙهي پنهنجي ڌن دولت ۽ هشمت آزمائڻ لاءِ ان هاريءَ جي ڌيءَ ڏانهن ويندو هو جيڪو مجبور ٿي لڏو پٽي اچي پڪي تي وينو هو. وڏيرو اتي بہ پهچي ويندو هو. هاري غريب سنڌي مسلمان هو ۽ وڏيرو شاهوڪار سنڌي مسلمان، ڪيترائي پيرا هاريءَ قرآن شريف کڻي آڻي وڏيري جي جهول ۾ وڌو پر وڏيرو نہ مڙيو. زندگيءَ ۾ جيئڻ ڏاڍو منو آهي، جيئڻ ڪارڻ ماڻهو وڏي ڪس بہ ڪائيندو آهي. غريب هاريءَ سمجهيو تہ جي ٻڙڪ ڪيندس تہ وڏيرو منهنجو انت آڻي وجهندو ان ڪري مِٺي بہ ماٺ مُٺي بہ ماٺ.

زمانو اوڳي اٺ وانگي هلندو رهي ٿو، خبر ناهي ڪاڏي حالتون ڦيرو ڪائينديون آهن، جنم جنم جا ماڻهو پنهنجي لاءِ جدا جدا سوچون رکندا آهن، پوري انساني تاريخ ارتقا جي اصول مطابق هڪ هنڌ نہ ٿي بيهي. هيءَ دنيا ڦري ٿي، قومون تبديليءَ جي چريءَ ڪان بچي نہ ٿيون سگهن. ملڪن ۾ ڦيرگير ٿئي ٿي. حڪومتون هڪڙيون اينديون بيون وينديون آهن پر ڦيرگهير شل غريب جي حق لاءِ ٿئي. اميرن لاءِ روزانو پيون ڪرسيون خالي ٿين ۽ پرجن.

حڪومت جي اوچتي تبديل ٿيڻ ڪري وڏيري مينهين جو

انت اچڻ لڳو. تر جي هڪ ٻئي وڏيري کي حڪومت همٿائي هن جي خلاف بيهاريو. اچ وڏيري مينهين کان سالن جا پلئه ٿي چڪايا ويا. هن جا خوشامدڙيا سڀ ٻڌجي چڪا هئا.مٿ ماٺث جيل ۾ ڏيگا ڏور هڪڙا ڏڪ ۾ ٻيا نئين وڏيري جي اوطاق ۾. اچ مينهين خان جو هڪ چونديل حڪومت سان ٽڪر هو، سندس حريف وڏيري پوليس جي مدد سان هن کي قلم 110 جي هيٺ جيل اماڻڻ جو انتظام ڪيو.

پوليس جي ترڪ ڳوٺ ۾ اچي لٿي، مينهين جي پڇا ڪيائون، هو فرار هو، پوليس وارا جيڪي ڪالهه هن جي در جي ٽڪر تي پلبا هئا سي اچ هن کي اگهاڙيون گاريون ڏئي رهيا هئا! جوابدار نہ ملڻ جي صورت ۾ پوليس فيصلو ڪيو تہ ڪو سخت قدم کنيو وڃي. هنن چيو تہ مينهون حاضر ٿئي نہ تہ اسان هن جا ننگ ڪڍنداسون. سنڌي قوم ٻنين ۽ ونين لاءِ سر ڏيندي آهي پر وڏيرو اهو ٻڌي نہ موٽيو. نيٺ پوليس فيصلو ڪيو تہ اسان ٻي صورت ۾ وڏيري جي گهر ۾ گهڙنداسون.

اچ قاپل پوليس ٽاٽي تي هيٺ ڪنڌ ڪيون ويٺي هئي، هوءَ پوليس جون واهيات گاريون ٻڌي رهي هئي، صوبيدار چئي رهيو هو: ”تنهنجو مڙس جوابدار آهي، جي هو هتي نہ ٿو پاڻ حوالي ڪري تہ اسان توکي بيعزتو ڪنداسون.“

”مان هن جي زال نہ آهيان، صاحب! هن مون کي ٽن سالن کان گهر مان ڪڍي ڇڏيو آهي. نہ هو مون کي ڪمائي ڏيندو آهي ۽ نہ منهنجي سار سنڀال لهندو آهي، هن چئي ڇڏيو آهي تہ هيءَ منهنجي زال ناهي، مان هن جي زال نہ رهي آهيان.“ قاپل احتجاج

ڪيو.

”صبر ڪر لونڊي، شهر جو معزز ۽ بزرگ مولوي جنهن توهان جو نڪاح پڙهيو آهي، اهو شاهد آهي تہ تون مينهين جي زال آهين.“

قاپل جون لونڊڙيون ڏورڻ لڳيون ۽ دل ٻڏندي وئي، هن ڏٺو تہ شهر جا سڀ معزز مولويءَ صاحب سميت خاموش بيٺا هئا. قاپل پاڻ کي قربانيءَ جي ٻڪري محسوس ڪري رهي هئي، پوليس قاپل جا وار پٽي رهي هئي ۽ هن کي ڊونڊاڙي ڊونڊاڙي ماري رهي هئي.....

اوچتو چيتي وانگي ٻليءَ ٽپو ڏنو ۽ صوبيدار جو منهن رانيوٽي سان رتوواهہ ٿي ويو. هڪ سپاهيءَ ڏک هڻي ٻليءَ کي ماري ڇڏيو.

# جيل جو سماج ۾ ڪارڪردگي

جيل هڪ اهڙي جڳهہ آهي، جتي ڪوڙو بہ سچو، ڏوهي بہ بي ڏوهي ۽ نڳ بہ وفادار ٿيو وڃي. ان جو سبب اهو آهي تہ ماحول هڪ آهي: سڀ مجرم، سڀ قيدي پاڻ ليکيا ويندا آهن. پيو تہ سچ چوڻ لاءِ جرئت گهرجي، جا هت موجود آهي، ڇاڪاڻ جو سزا لڳڻ کان پوءِ ڪو بہ ڪو نہ ٿو ڊڄي. ان ڪري هر ڪو قيدي سچ ڳالهائيندو آهي. سڀ کان وڏيڪ جا ڳالهہ جرم لاءِ مجبور ڪري ٿي سا آهي پيٽ جي ڳڻتي. هت ڪنهن کي بہ بک ڪانهي. افسوس اهو آهي جو ٻاهر تہ ٺهيو پر جيل ۾ بہ اونچ نيچ واري سرمائيدارانہ چال اي، بي ۽ سي ڪلاس آهن ۽ سي ڪلاس وارا اي ڪلاس وارن جي خدمت ڪن ٿا. مثال موجود آهي تنهن هوندي بہ سي ڪلاس ۾ هر ڪنهن کي بنا فڪر جي هڪ ٿي بورچيخاني مان هڪ جهڙو کاڌو ملي ٿو. لٽو بہ مضبوط ۽ صاف ملي ٿو ۽ اجهو بہ مضبوط ۽ هر خطري کان بچيل آهي. ٻاهران تہ هر ڪو ماڻهو سمجهي ٿو تہ اي ڪلاس جا هي قيدي ڪي وڏا ماڻهو آهن پر جي مان هن جيل جي ڪوٺيءَ جي پنهنجي اباڻي گهر سان ڀيٽ ڪريان ٿو تہ معلوم ٿو ٿئي تہ مان تہ بهشت ۾

آهيان. اسان جي ڪڪائين گهر جو ورو ٽڙڪيل آهي، جنهن کي بابي ۽ مان هڪ ٽوٽي ڏني هئي. طوفان يا زوردار مينهن وسندو آهي تہ گهر سڄو جهولندو آهي ۽ ان وقت مون کي اهو سوچڻو پوندو آهي تہ هن سماج ۾ گهٽ ۾ گهٽ اهڙو انتظام هجي تہ اسان کان سرڪار جيترو ڪم وٺيس سو وٺي ۽ اسان کي پڪو گهر، ڪاڌو ۽ لٽا ڏئي. مون کي خبر آهي تہ بابو ۽ اسان چارئي پائر ڪم ڪندا آهيون. بابي جي عمر 70 سال آهي، هو ڪم ڪندي پنهنجي مضبوط مشڪن کي ڍلو ڏسي رهيو آهي. هن جي جوانيءَ جي سوٽ ڳتن تي اڄ گهنج پئجي ويا آهن.اهو عرصو هن لٽن سبڻ واريءَ مشن کي هلائي گذاريو آهي، منهنجي ماءُ بہ هن سان ان ڪم ۾ ساٿ ڏنو آهي. اڄ ڪلهہ تہ منهنجو هڪ ڀاءُ ڊاڪٽر بہ ٿيو آهي، پر تنهن هوندي بہ باوجود ان جي تہ ڪو اسان مان جوا، رنڊي بازي يا گويون ڪو نہ پڄائيندو آهي، اسان گهر جو پڳل ورو مٽائي نہ سگهيا آهيون. ڀاتي وڌندا ٿا وڃن ۽ نئين نسل کي تعليم ڏيارڻ تي تمام گهڻو خرچ ٿي رهيو آهي. مان جڏهن جيل جي هن عظيم ڪوٺيءَ (هن ڪوٺيءَ کي عظيم ان ڪري چوان ٿو جو ان مون کي پنهنجي پورهيت عوام لاءِ ڪم ڪرڻ جي سلسلي ۾ هٿي ڏني آهي) جي درن ڏي ڏسان ٿو تڏهن مون کي پنهنجي گهر جو نقشو ياد اچي ٿو، جو مون ڇهن مهينن کان نہ ڏٺو آهي. ان ۾ در ڪونهن ۽ منڙي پر تلخ سنڌ جون تمام ٿڌيون ۽ تمام ڪوسيون هوائون منهنجي ننڊڙن تن ٻارن کي پريشان ڪنديون آهن. سياري جو مان پنهنجي پٽ کي پاڻ سان سمهاري هن کي پنهنجي جسم سان ڍڪيندو آهيان ۽ پنهنجي جسم کي سوڙ سان. مون

ڪي منهنجي سوڙ ٻه نه ٿي وسري جا گهر جي سيني ڀاتين جي سوڙين کان ساڄي ۽ سٺي هوندي آهي (چاڪاڻ جو مان گهر جو ڪمائيندڙ ماڻهو هوس). ان ۾ پراڻي ڪپهه مٿيءَ سان ملي ڳوڙها ڳوڙها ٿي وئي هئي ۽ وٽين مان سياري جي ٿڌي لُهري برابر مون تائين پهچي ويندي آهي. سو مون پئي سوچيو ته هت جيل ۾ جي ماڻهو رهن ٿا سي بي باڪ، سچا، وفادار ۽ محنت ڪش آهن. ٻاهران هو جرم ڪري آيا آهن، اهو جرم هنن کان اسان جي ڪوڙهيي سماج ڪرايو آهي، ان ڪري مان محسوس ڪريان ٿو ته جي اسان جو سماج ٻيو ته نه پر گهٽ ۾ گهٽ هن جيل وانگي ٿي وڃي ته شايد ڏوهن جو خاتمو ٿي ويندو، چاڪاڻ ته هو سڀو ڏينهن هت وانگي ڪم ڪندا ۽ هنن کي بي فڪر ماني، اجهو ۽ لٽو ملندو. تنهن جي معنيٰ ته اسان جي سرمائيدارانه حڪومت اهو نه ٿي چاهي ته سماج مان ڏوهه ختم ٿين، چاڪاڻ جو جي ڏوهه ختم ٿي ويا ته هن جي چاڙتن کي رشوت ڪير ڏيندو ۽ سرمايو ڪيئن نهندو، ٻيو ته عوامي اتحاد ۽ عوامي ايڪي کي ڀسم ڪرڻ جو واحد طريقو آهي، عوام کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ ۽ انهن ۾ سماجي خرابيون پيدا ڪرڻ. مزيدار ڳالهه ته اها آهي ته جڏهن ملڪ ۾ قتل عام ٿي رهيو آهي ۽ ست ڪروڙ ماڻهو ٻري رهيا آهن ان وقت هن صوبي ۾ اخبارن ۾ جن مسئلن تي بحث ٿئي ٿو سي آهن "پاڪستاني فلمن ۾ چميءَ ڏيڻ جو رواج وجهجي يا نه ۽ بلو فلمن جا اشتهار، اهي سڀ سرمائيدارانا سازشون آهن ته جيئن عوام جو خيال مٽايو وڃي."

رهيو سوال ته هت جيل ۾ ڏوهه ڇو ٿا ٿين؟ اهو درست آهي ته

هت ڏوھ تين تا پر تمام گهٽ، پر جيڪي تين تا اهي ڏوھ سياسي آهن. قيدين کي خراب خوراڪ ملڻ ڪري شڪايت آهي، هو آفيسرن کي ٻڌائين تا ۽ هو جڏهن ان جو ڪو بہ حل پيش نہ تا ڪري سگهن تہ پوءِ هو احتجاج ڪن تا جا آهي بک هڙتال. درحقيقت هنن کي پورو پورو حق آهي تہ هو جيڪو پيدا ڪن تا يا جيڪو ڪم ڪن تا ان جو فائدو وٺن. ائين نہ ٿئي تہ فيڪٽري مان سنو لٽو سپرنٽينڊنٽ جي گهر وڃي ۽ قيدي ڪانڊي پائن. باقي مجرمانا ذهنيت هت موجود ڪانهي جيتوڻيڪ هي نام نهاد مجرمن جي رهڻ جي جاءِ آهي.

هتي قيدين جا گهڻا قسم آهن، هڪڙا ڏوهي بک وگهي ڏوھ ڪري آيا آهن، ٻيا ڪوڙين رسمن ۽ ڪوڙهين رواجن جو شڪار ٿي آيا آهن (ڪارو ڪاريءَ جا ڪيس) ۽ ٽيان تعليم نہ ملڻ ڪري ۽ جاهل هجڻ ڪري (بي ارادي ڏوھ جا) ڏوهي آهن. ڏوهين جو هڪ ٻيو قسم بہ آهي، ان قسم جا ڏوهي ڏوھ کي ختم ڪرڻ جي ڏوھ ۾ ڏوهي قرار ڏنا ويا آهن. انهن سماج جي جوڙجڪ جي هڪ انوکي نموني لاءِ ڪم ڪيو آهي. اهڙو نمونو جنهن ۾ ڏوھ نہ ٿين، جنهن ۾ بک نہ هجي، جنهن ۾ ڪنهن اشراف جو ڪنوارو پاءُ اگهاڙو نہ ٿئي، جنهن ۾ هر ڪنهن کي مٽي چانو هجي، جنهن ۾ پورهيت ۽ هاريءَ جي خون مان محلاتون نہ جڙن، جنهن ۾ گوڏير هاريءَ جي پگهر جي پورهيي کي ڳڙڪائي وڏيرو اشرافن جا ننگ نہ تڪي ۽ جنهن ۾ سڪيلڌن ٻچڙن کي ارھ ۾ گولي نہ لڳي. اهي ڏوهي ان پوليس واري لاءِ بہ ڪم ڪن تا جو هنن کي هٿڪڙيون هٽي گهلي رهيو آهي، اهي انهن جاسوسن جي پگهار وڌائڻ لاءِ بہ

تڙقن ٿا جي هنن کي ڪميونسٽ لکي سزا ۾ اينگهه ڪرائن ٿا. اهي قيدي مون ڀين سيني کان خوش ڏٺا. هنن جي پيشاني مان فخر ڏٺم ۽ انهن وٽ پڇتاءُ ڪو نہ هيو. شايد ان ڪري جو هو تاريخ جي ڌارا کي سمجهن ٿا. ظلم جي فلسفي کي سمجهن ٿا. دولت جي ورهاست کي ڄاڻن ٿا ۽ انهن کي خبر آهي تہ سرمايا ڪٺي ڪرڻ ڪري ڪهڙيون خرابيون پيدا ٿين ٿيون. هنن وٽ اصول آهي جنهن لاءِ هو وڙهن ٿا ۽ انهن کي خبر آهي تہ ظلم جو علاج خون آهي. خون ظلم جي ڪارروائي بہ آهي ۽ خون ظلم جي ڪارروائيءَ جو خاتمو بہ آڻي ٿو. مان سوچي رهيو هوس تہ ڀلا هو هن جنجال ۾ ڇو پيا آهن ۽ زندگيءَ جو سولو رستو اختيار ڪري خوش ڇو نہ ٿا گذارين. جڏهن تہ هنن جو ايمان آهي دنيا ۾ خوشيءَ ۽ خوشحالي جو برپا ڪرڻ، ان سوال جو جواب مون کي ان ڏينهن ملي ويو، جڏهن مان جين پال سارتر جو هڪ ڪتاب ”ايج آف ريزن“ پڙهي رهيو هوس، ان ۾ لکيل هيو:

No one can be a man who has not discovered some thing, for which he is prepared to die.

جنهن جي معنيٰ آهي تہ اهو انسان ناهي جنهن زندگيءَ ۾ ڪا اهڙي شيءِ ڪا نہ سِٽي آهي جنهن لاءِ هو مرڻ بہ قبولي وجهي. اهو آهي اصول ۽ زندگي.

وري مان سوچيان پيو تہ اهي ماڻهو پڙهيل لکيل آهن، انهن کي نوڪريون ملي سگهن ٿيون، جي هو ڪمائي کائن تہ هو سکيا ستابا رهي سگهن ٿا ۽ اهڙي طرح جيڪڏهن هر ڪو ماڻهو ڪوشش ڪري تہ ملڪ ۾ خوشحالي نصيب ٿي وڃي! پر پوءِ مون

ڪي ڳالهہ ياد پئي تہ جائي اسان جي ملڪ ۾ 22 ڏنگ سرمائيدار ۽ انهن کان سواءِ رڳو سنڌ ۾ 6 اهي اعليٰ ڪٽنب آهن جن وٽ سنڌ جي 75 سيڪڙو زمين آهي. انهن سرمائيدارن اهي پئسا ٻين جي حق کائڻ مان ميڙيا آهن. سو ڪنهن غريب کي نوڪري تہ ڪا نہ ملندي، پلي هو پنهنجو مٿو ڦاڙي وجهي. پوءِ مون کي ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي تہ هي ڏوهي پنهنجي اڪيلي خوشي قربان ڪري سيني جي گڏيل خوشيءَ لاءِ وڙهن ٿا ۽ جڏهن اها خوشي ملي ويندي تہ پوءِ هو بہ آسودا رهندا.

مان سوچيو هو تہ "ڏاڙيل" متعلق ڪجهہ لکندس پر ڳالهہ مان ڳالهہ نڪري، پري هليو ويو هوس، معاملو درحقيقت هيئن آهي تہ هتي اچڻ کان پوءِ ڪيترائي سنڌي قيدي اچي مون سان ملندا آهن ۽ چوندا آهن تہ سائين الله آندو اٿئي، هت ٿورن پهريون سنڌي آهين جنهن کي اي ڪلاس مليو آهي، بهرحال اسان ۾ ڪو ڪم ڪار هجي تہ اسان حاضر آهيون. سو ٻہ ٽي ڏينهن اڳ هڪ موٽيل مڙس اچي سونهاري ۽ اچا شهپر، قد جو پورو، ڪشادي پيشاني ۽ اکين ۾ سحر سان گڏ شوخي، مون وٽ آيو ۽ ڪچهري ڪئي سون. معلوم ٿيو تہ هو ڏاڙيل هئو. هن ڪيئي ڏاڙا هنيا هئا، پوليس کان فرار هو، نيٺ جيل ۾ آيو، اتي بہ ٻن سپاهين کي انهن کان رائيفل کسي مارياڻين. هڪ صوبيدار کي مار ڪڍيائين ۽ وري فرار ٿي ويو. پوءِ پڪڙيو ويو ۽ وري آزاد ٿيو. اهڙي طرح سندس جواني اندر يا ٻاهر برابر همت ۽ مردانگي سان گذري. هينئر خون جي ڪيس ۾ 14 سال سزا ڀوڳي رهيو آهي.

مون کان پڇيائين، مان بہ مختصر احوال ڏنا مانس. مان چيو

"سائين! مان هڪ سرڪاريءَ اداري ۾ هوس، جتان جون اندروني ڳالهيون هڪ خط ۾ دوست کي لکيم. جيڪو پڪڙجي پيو ۽ مون کي ست سال سخت پورهئي سان سزا ڏياريائون".

هن کي ڏاڍو ڏک ٿيو. ڪاوڙ به لڳس، ان ڪري وڌيڪ تفصيل پڇڻ لڳو. چيائين: "سائين! ست سال ته خون جي ڪيس ۾ ملندا آهن، توهان به ان کان چڱو ٿئي ها جي ڪو ماڻهو ماري اچو ها."

مان ٿورو سوچي وراڻيو. "چاچا! مان مظلوم ۽ پورهيت عوام جو همدرد آهيان ڇو جو مان پاڻ به غريب آهيان- سو ان ڪري ڪو به ماڻهو ڪو نه ماريم، ڇاڪاڻ جو ان ۾ غريب هاري ۽ مظلوم پورهيت به اچي وڃن ٿا ۽ ڪنهن کي مارڻ به ته مسئلو حل نه ٿو ڪري".

مون سنگتي امجد بنگالي کي سڏيو جيڪو سنڌ ۽ سنڌين ۾ ڏاڍي دلچسپي وٺندو آهي، "سنڌي بنگالي ڀائي ڀائي" چوندو آهي، ان کي مون ٻڌايو ته، "هي هڪ سنڌي ڪردار ڏس" [هو سُرڪي اچي ويجهو ويٺو ۽ چاچي مصري سرائيڪيءَ سان ڳاڙ اردوءَ ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو جا بدقسمتيءَ سان ٿنهي] مان ڪنهن جي به زبان ڪا نه هئي، ته جيئن هن جي ڳالهه مان ۽ امجد چڱي طرح هڪ ٻئي وقت سمجهي سگهون. مان سوچي رهيو هوس ۽ مون کي هڪ واقعو ياد آيو. اسان وٽ ڪجهه وقت اڳ ڪراچيءَ شهر جا ڪجهه شاگرد ليڊر جن ۾ بلوچ اسٽوڊنٽس فيڊريشن به شامل هئا ۽ سپ نئپ (ولي گروپ) جا حامي هئا. ڳالهيون ٻولهيون ڪري رهيا هئا ته هڪ مهاجر ڇوڪري چيو ته "يار اسان کي شرم

اچڻ گهرجي جو اسان سنڌ ۾ رهون ٿا ۽ اسان کي سنڌي نہ ٿي اچي. ڏسو انور ساٿي ڪيئن ٿو اردو ڳالهائي ۽ امجد بہ اردو ڳالهائي ٿو“- اسان تہ ڪٺي چپ ڪئي- چيوسي تہ هر ڪنهن کي پنهنجو ضمير ملامت ڪندو، تنهن تي هڪ پنجابي شاگرد (هي سڀ شاگرد ترقي پسند هئا) چيو تہ ”ادا اهو ڪو انور ساٿيءَ ۽ امجد صاحب جو اردوءَ تي احسان ڪونهي، هنن کي اردو زبردستي سان سيکاري وئي آهي“.

مون کي اها ڳالهہ ياد آئي ۽ چيم تہ ”چاچا ميرا، توڏي ڏوهہ ڪونهي، جيتوڻيڪ تون ڪنهن کان بہ ڪو نہ ڊڄندو آهن، تڏهن بہ اڄ سڏي طرح توکي اردو دانن جو ڊپ آهي ۽ اسان انهن جي آڏو سر جهڪايو آهي“.

بهرحال هن شروع ڪان شڪايت ڪئي تہ ”مان کي ڪنهن بہ قسم جو شوق ڪو نہ هيو تہ مان ڏاڙيل ٿيان، پر مون کي حالتن ۽ رواج مجبور ڪيو تہ مان اهو ڌنڌو شروع ڪيان.“

هن وڌيڪ ٻڌايو تہ، مان ’ڙڪاٽي ضلعي ۾ ويٺو آهيان، شهداد ڪوٽ جي پرسان اسان جو ڳوٺ آهي ۽ ان جي پرسان هڪ ڊنگ زميندار جون زمينون آهن، جي هن وزارت وارن ڏينهن ۾ ٺاهيون آهن. اسان خانداني ماڻهو آهيون ۽ مڙس ماڻهو ٿي رهيا آهيون. زميندار جي زمينن تي هن جا ڪمدار هوندا هئا، جن کي پنهنجي مالڪ جي طاقت جي نشي ۾ ڪا ڪل ڪا نہ پوندي هئي. هو اسان جي ڳوٺ سان ڪينس ڪرڻ لڳا. زمينون پيلائڻ، اشرافن جي ننگن کي تڪڙ وغيره. اسان هنن کي چتاءُ ڪيو تہ بيلي جيڪڏهن مڙس ماڻهو آهيو تہ مردن وانگي رهو بي غيرت نہ

ٿيو. ڳالهه وڌندي وئي ۽ لانگهاڻن ۽ هنن ڪمدارن (دنگ جي) جو پاڙ ۾ ٽڪراءُ ٿي پيو. هنن ڇا ڪيو جو ٻن ٽرڪن جا اسپيئر ويل لڪائي چين تہ هي ڪٽي ويا آهن ۽ وچي ڪيس داخل ڪيائون. ڊنگ زميندار تن ڏينهن ۾ وزير هيو، اسان هن جي بنگلي تي وياسون، ان فيصلي لاءِ پنهنجي تڏي جو قدر اهو ڪيائين جو جيپ مان لهندي ئي چيائين ”ويل پيدا ڪريو نہ تہ مان ڏنڊو ڏبي ويل وٺندس.“ اسان چيوسين سائين، ويل اسين ڪاڏي ڪنداسون. اسان چوري ڪو نہ ڪيا آهن. باقي جي چوين تہ اسان ٻن جا پنج پري ڏيون. هن چيو تہ نہ مان ڇڪي وٺندس، توهان چوري ڪئي آهي. نيٺ فيصلي لاءِ جيڪب آباد جو پروگرام ڏنائين ۽ مان بہ اتي ساٿين سان پهچي ويس. اتي بہ هن جو رويو اهو ئي رهيو ۽ پنهنجي شهنشاهيت تي ناز مان گاريون ڏيڻ لڳو. مان غريب آهيان پر غيرتمند آهيان، مان صبر ڪري اتي اچڻ چاهيو پر ڊُنگ زميندار اوڏيءَ مهل ايس پي کي فون ڪئي ۽ مون کي گرفتار ڪرايو ۽ خون جي ڪوڙي ڪيس ۾ 14 سالن جو قيد ڏياريو- لاڪ اپ مان، مان ڀاڳيلو ٿيس.

# سازش

نيلوفر ساجن جي زندگيءَ ۾ پهرين عورت هئي، ڪيس پوڄڻ جي حد تائين پيار ڪرڻ لڳو، هن جو انگ انگ ساجن لاءِ چارڻ جو چنگ بڻجي پيو. هو نفس پرست نه هو پر سونهن ۽ صداقت جو محافظ هو. ساجن ادب جو شائق ۽ ادب کي زندگيءَ لاءِ صراط مستقيم سمجهندو هو. هو ٻهراڙيءَ جي غريب خاندان مان آيل هڪ هوشيار شاگرد هو. هن جي تعليم اسڪول يا ڪاليج ۾ ڪا نه ٿي، هو گهر ويٺي پڙهندو رهيو ۽ ڪاليجن ۾ پڙهيل ڪيترن ئي جيڏن سرتن کان گوءِ کڻي ويو. هو نئين زماني جو نئين سوچ وارو ماڻهو هو. جنهن طبقي مان آيل هو، انهيءَ ئي طبقي جو مفاد هن کي هميشه آڏو رهندو هو. تعليم ۽ طبقاتي شعور هن ۾ زندگيءَ جي "ڪيئن؟" هئڻ جي چرپر پيدا ڪئي. هو سوچيندو رهندو هو ته هي دنيا جيڪر ڪهڙي هجي، هن کي ڪيئن ٺاهجي؟ ۽ هن جي ذهن ۾ اڻ گسندڙ خيال ايندو هو ته دنيا اهڙي هجي جنهن ۾ پاڻ کي وڏيرو وانگار تي نه وني وجي سگهي، چاڪاڻ جو ان ڏينهن بک ٿا مرون. دنيا اهڙي هجي جنهن ۾ منهنجا ٻه پائر هر ڪاهي اچن ته هنن جي گهر ۾ اتي جي هوند، هنن جي بت تي

ڪو سبز ڪپڙو ۽ سيءَ کان بچڻ لاءِ پتين وارو گهر هجي. دنيا اهڙي هجي جنهن ۾ اوچ ۽ نيچ نہ هجي. جنهن ۾ ظلم نہ هجي. گهٽائيءَ جي ڪمائيءَ مان ٿورا پيٽ نہ ڀرن. سک هجي، سانت هجي، مزو، ميٺ ۽ شانتي هجي.

هو انگريزي ادب ۾ ايم اي پاس ڪري ڪراچيءَ ۾ ڪنهن روزگار جي تلاش ۾ نڪتو. پنهنجي هڪ چاچي جي گهر ۾ رهندو هو ۽ روزانو "ڊان اخبار" مان اشتهار ڪپي پلاسٽڪ جي هڪ لفافي ۾ وجهي، پنهنجي مائٽ کان روپيو وٺي بسن ۾ چڙهي پوندو هو. سندس چاچو حساب ڪتاب رکندو ويندو هو ۽ بنهين طئي ڪيو هو تہ نوڪريءَ ملڻ سان ساجن سيئي پئسا واپس ڪندو.

شام جو موٽي ايندو هو تہ لفافو خالي هوندو هوس ۽ چٽڪيون چنوڙي پينٽ جي کٻي کيسي ۾ هونديون هئس. جڏهن هن جو چٽڪيءَ مان ڪم لهندو هو تہ هو ان کي پينٽ جي کٻي کيسي ۾ اڇلي ڇڏيندو هو. روزانو هو ڪيترن ئي هنڌن تي انٽرويو ڏيندو هو ۽ اهي ليٽر هٿيڪا ڪري اڇي هڪ فائيل ۾ رکندو هو. هفتي جا ڇهہ ڏينهن ايئن گذاري، آچر تي پنهنجا ڪپڙا ڌوئندو هو ۽ انهن کي استري ڏئي هڪ ڪهاڻي لکندو هو. هن جون ڪهاڻيون ڪوڙيون ۽ ڪتيون هونديون هيون، ڇاڪاڻ جو هن جي زندگيءَ جي وڻ کي ڪارو پاٽي آيل هو. هو ڪراچيءَ جي گهٽي گهٽي رليل هو. هن حبيب بينڪ جي چوڀهہ ماڙ بلڊنگ بہ ڏٺي هئي تہ حب نديءَ ۾ بنگالين جون جهوپڙيون بہ ڏٺيون هيون، جي ڏاڍي مينهن پوڻ ڪري ماٿهن سوڌيون وهي هلنديون هيون. هن ڳگريل ڪوئين ۾ صاحبلوڪن کي سمهندو بہ ڏٺو هو تہ ترڙ

وٽن جي ڇانو ۾ مزدورن کي پگهر سڪائيندو بہ ڏٺو هو. هن هڪ ئي فٽ پاٿ تي موهيندڙ سرهاڻ لڳل عورتون بہ ڏٺيون هيون تہ ٻنهي ڪچن تي ٻارڙن سان فقيرياڻيون بہ ڏٺيون هيون. هن لکين مزدورن کي اونداهن ڪوٺين ۾ گهاريندو بہ ڏٺو هو تہ شهر ۾ عظيم الشان مسجدون بہ تعمير ٿيندي ڏٺيون هيون. هن جي ڪهاڻين جو موضوع اهو ئي رهندو هو. هڪ دفعي سندس چاچي هن جي هڪ ڪهاڻي چوريءَ پڙهي ورتي هئي ۽ هن کي چوويهن ڪلاڪن ۾ گهر ڇڏڻ جو حڪم ڏنو هئائين. تنهن تي هن ايلاز ڪري جان ڇڏائي ۽ پوءِ پنهنجون لکڻيون لڪائڻ لڳي ويو. اهڙي طرح هو پهرين مغز جي مک کپائي گيت ۽ ڪهاڻيون لکندو هو ۽ پوءِ انهن جي لڪائڻ جي فڪر ۾ لڳي ويندو هو. هن هڪ ڪهاڻي ان موضوع تي بہ لکي هئي. هڪ ڏينهن هو هڪ ڪتاب پڙهي رهيو هو جنهن ۾ بحث هلي رهيو هو تہ ادب ڪيئن پيدا ٿيو ۽ اديب ڇو ٿو لکي. ان تي هڪ فلسفيءَ جي راءِ هن کي ڏاڍي وڻي، هن لکيو تہ "جهڙي طرح بيمار کي پيٽ ۾ واءُ گڏ ٿي وڃي ۽ سور ٿي پوي پوءِ جيستائين واءُ نہ نڪرندو آهي تيستائين بيمار کي آرام نہ ايندو آهي، اهڙي طرح اديب کي ٻاهرين اثرن پوڻ ڪري دماغ ۾ خيالن جو ذخيرو گڏ ٿي ويندو آهي، اهو جيستائين نہ نڪرندو تيستائين هن کي آرام نہ ايندو. هي سوچي رهيو هو تہ واقعي منهنجيون ڪهاڻيون منهنجي لاءِ مصيبت بہ پيدا ڪن ٿيون پر تڏهن بہ مان لکڻ لاءِ مجبور آهيان.

ساجن ڏسڻ وائسڻ جو ناهوڪو هو، ميرن لڻن هوندي بہ هن جي شخصيت موهيندڙ هئي. شهر ۾ هن جي ڄاڻ سڃاڻ وڌندي

وئي. انٽرويو ۾ چٽاپيٽيءَ جي امتحان ڏيندي هن جي نويد سان واقفيت ٿي. نويد ڪراچيءَ جي هڪ وڏي ڪارخانيدار جو پٽ هو. هڪ وڏي بنگلي ۾ رهندو هو. سواريءَ لاءِ هن کي جدا هڪ ڪار هئي. هو بي اي جي آخري سال ۾ ٽي دفعا ناپاس ٿي پيو هو. تازو هن کي پٽس جي هڪ سنگتيءَ پنهنجي ڪارخاني ۾ ائن سون جي پگهار تي رکي ڇڏيو هو. هڪ دفعي ساجن ان ڪارخاني جي مالڪ وٽ ڪلارڪيءَ جي انٽرويو لاءِ ويو هو. اتي هن جو انٽرويو وٺي هن کي موٽايو ويو هو تہ جاءِ خالي ڪونهي. پوءِ اٽڻ مهل ڪارخانيدار هڪ ماڻهوءَ کي فون ڪري چيو هو تہ يار! نويد ڇا ٿو ڪري، موڪلينس تہ هت اچي ڪم ڪري. اٺ سئو پگهار ڏينداسونس پر بي اي پاس هجي. تنهن تي هن چيو هوس تہ "سائين، توهان کي بي اي پاس کپي، مان ان جاءِ تي ايم اي (انگريزي) پاس آهيان، نوازش ٿيندي جيڪڏهن مون کي روزگار سان لڳائي وجهو. تنهن تي جواب مليو هوس تہ "جينٽلمين، اسان کي ڪنهن وڏي خاندان جو اثر رسوخ وارو ماڻهو گهرجي جنهن جي ڪري اسان جو ڪاروبار تيز ٿئي".

نويد هن کي ڪڏهن ڪنهن بس اسٽينڊ تي بيهندو ڏسندو جيستائين پاڻ ويندو هو ساجن کي بہ ڪار ۾ وٺي ويندو هو، هنن جي پاڻ ۾ چس ٿيندي وئي. نويد، ساجن کان بيحد متاثر ٿي چڪو هو، ڪوشش ڪري ڪڏهن ڪڏهن ساجن کي ڪيل بہ ڏيڪاري ايندو هو.

ساجن کي ويهڻ نہ وڻيو، هو ايل ايل بي لاءِ تياري ڪرڻ لڳو ۽ نوڪريءَ جي تلاش بہ جاري رکيائين. ٻن سالن جي بيروزگاريءَ

هن کي سبق سيکاريو هو تہ سواءِ پئسن يا سفارش جي نوڪري ڪا نہ ملندي، ان ڪري چڱو آهي تہ امتحان پاس ڪري وڪيل ٿي پوان. هن پڙهائي شروع ڪري ڏني. رات جو هو دير دير تائين پڙهندو رهندو هو. هڪ رات اوچتو هن سامهون واري بنگلي جي هڪ دريءَ مان هڪ نوجوان عورت کي پاڻ ڏانهن گهوريندو ڏٺو، هن جي ذهن ۾ چرپر پيدا ٿي. ان کان پوءِ هن اڪثر اهو لقاءُ ڏٺو، هو نہ چاهيندي بہ هن ڏي ڏسندو هو ۽ هوءَ بيتاب لڳندي هئي. هاڻي پڙهندي پڙهندي هن جي خيالن ۾ رخنو پوڻ شروع ٿيو. هو ان ڪشش متعلق سوچيندو هو ۽ ان تي هن جي راءِ اها هوندي هئي تہ هن سرمائيداراڻي سماج ۾ آڏو واري بنگلي جي هڪ ڪروڙ پتيءَ جي نينگري مون سان پيار نہ ٿي ڪري سگهي، پر هوءَ سنهنجي حال ۽ جذبات تي ٺوڪ ٿي ڪري، ايئن سوچي هو پاڻ مرادو کلي ويهندو هو. وري سوچيندو هو تہ يلا نيڪ آهي، جي هوءَ پيار ڪري ٿي تہ پوءِ ڇا مان هن کي ڪنهن وڏي شاپنگ سينٽر ۾ خريد فروخت ڪرائي سگهندس؟ ڇا مان هن کي ڪنهن وڏي هوٽل ۾ وٺي ڪارائي پياري سگهندس؟ نہ، بلڪل نہ. مان انهيءَ جي لائق نہ آهيان، اسان غريبن کي عشق ڪرڻ جو ڪو بہ حق ڪونهي.

ساجن اڄ ملڪ جي چوٽي وارن ڪهاڻيڪارن مان هڪ هئو، سندس تخليق ڦورو طبقن ۾ ولولو مچائي ڇڏيو. هن جي باغي گيتن کي پورهيت عوام پنهنجا نعرا بڻائي رکيا ۽ هو هاريءَ ناريءَ جي ادبي محاذ تي ساٿي ٿي ڪم ڪرڻ لڳو.

هڪ ڏينهن نويد سندس ڪمري ۾ اوچتو گهري آيو، هو هن

جي ڪهاڻين تي تنقيد ڪرڻ لڳو. نويد روحانيت ۽ مابعد الطبيعاتي فلسفي ۾ ايمان رکندڙ هيو. هو چائوسر ۽ ملٽن کي وڌيڪ پسند ڪندو هو. وليم ورڊس ورٿ جي فطرت نگاريءَ کي هو شاعريءَ جو عروج سمجهندو هو ۽ باقي ادب کي پروپيگنڊا ۽ سياست سڏيندو هو.

"جي تون شاهوڪار هجين ها، ساجن، ۽ زندگيءَ ۾ هر سک هجئي ها تہ پوءِ ايئن لکين ها جيئن اڄ ڪلهہ لکين ٿو؟". نويد پڇيو.

"شايد نہ" ساجن ورائيو.

"تنهن جي معنيٰ تہ ڪمايو ڪونہ. نصيب بہ جڏو. پوءِ غربت ۾ ٻيو تہ ڪجهہ ڪو نہ ٿو ملي باقي انقلابي سڏائڻ، سو تہ ڪو نہ ويو" نويد منهن ڦيرائي چوندو رهيو. "شاعري آزاديءَ جي پرمسرت گيتن جي ڪهاڻي آهي، شاعري امن ۽ سانت ۾ لکبي آهي ۽ ان ۾ امن ۽ سانت هوندي آهي. وڙهہ وڙهان ۽ مارڌاڙ شاعري نہ پر مسخري آهي، حقيقت پسند ٿي سوچ ساجن، توکي نظر ايندو تہ ڏک ۽ سک زندگيءَ جو ٻيو نالو آهي".

"اها حقيقت پسندي نہ آهي اها ٺڳي آهي، مظلوم انسانيت کي سمهارڻ جو پرفريب فلسفو آهي.ڇا تون ٻڌائي سگهندين تہ ڏک ڇو صرف ڪڙمي ڪاريءَ لاءِ آهي؟ امير ڇو سڀ جو سڀ سکيا آهن، حقيقت پسندي اها آهي جيڪڏهن تون سمجهين تہ انساني سماج ۾ ناڻو سک ۽ سلامتيءَ جو ضامن آهي، ناڻي جي ڪمائيءِ وارن سيني وسيلن تي هڪ طبقي جو حق ئي هڪ بين الاقوامي سازش آهي، جنهن ڪري دنيا جو پورهيت عوام بکيو ۽

اڌ اگهاڙو آهي، دولت جي هڪڙي ورهاست زندگيءَ متعلق توهان جي سيني پراڻن نظرين کي ڦيرائي وجهندي.“ ساجن چيو.

”منهنجي خيال ۾ انساني سک ۽ سلامتيءِ جو ضامن صرف ناڻو نہ آهي، ڇاڪاڻ جو انساني زندگيءَ جا ٻہ پهلو ٿيندا آهن، هڪ روحاني، ٻيو مادي. روحاني سڪون جيڪڏهن ملي وڃي تہ ماڻهو غربت ۾بہ گذاري سگهي ٿو.“ نويد سوالي اکين سان ساجن ڏانهن ڏٺو.

ساجن جا ڪن بہ ڳاڙها ٿي ويا. اهو نڙي صاف ڪندي چوڻ لڳو ”نويد صاحب، هڪ پيرسن هاري، جنهن جو پٽ تڏي تي نمونيا جو بيمار پيو آهي، هڏڪين ۾ آهي، تہ سياري جي لُهريءَ کي هن جي جهوپڙي جون ڪنڌيون جهلي نہ ٿيون سگهن. دوا لاءِ پئسو ڪونهيس ۽ جگر جو ٽڪرو بہ سهائي نہ ٿو سگهي. سندن جوان جماڻ ڌيءَ اگهاڙي ٿي پئي ٿئي. زال کي دورو ٿي پيو اٿس، باقي ٻار بک تي رڙي رڙي سمهي پيا آهن، سياڻي جي ڪم تي نہ ٿو وڃي تہ اٽو گهر ۾ نہ ٿو اچي، وڏيرو ونگار جو ٻڌائي ويو اٿس، زندگيءَ جا ٿيهہ ورهيہ ڪڙمت ڪندي رڳون ڪمزور ٿي ويون اٿس، ڇا ان لاءِ عشق يا الله ڪا معنيٰ رکي ٿو؟“

نويد عشق کان انڪاري ٿي سگهي پيو، پر الله واري ڳالهہ ڳوري ٿي پيس، هو ڪجهہ خارن مان ڳالهائڻ لڳو، چوڻ لڳو، ”توهان جڏهن کان پنهنجي اصليت وساري ويٺا آهيو ۽ پنهنجي تهذيب، تمدن ۽ قومي روايتن کي پٺي ڏئي روسي نظريا اڌارا ورتا اٿو، تڏهن کان هن قوم جو آئندو مون کي ڪارو ٿو لڳي. اها واقعي شرم جي ڳالهہ آهي.“

"اسان سماجي انصاف لاءِ ٿا وڙهون، روس، چين، آمريڪا سان اسان جو ڪو ڪم ڪونهي، پر مون کي تعجب اهو آهي تہ جڏهن گڏريل چوويهن سالن کان ملڪ ۾ آمريڪي نظام هلي رهيو هو تڏهن توهان کي ڪا بہ شڪايت ڪا نہ هئي، اهو بہ تہ ڪنهن ڌارئي ملڪ جو نقل آهي". ساجن جواب ۾ چيو

نويد چپ ٿي ويو. ٿوري دير ترسي هو ڪوٺڙيءَ مان نڪتو ۽ ڪار جي ڦيٿن جي چرڙاٽن جا آواز اٿي آهستي آهستي جهڪا ٿي ويا.

ساجن سوچيندو رهيو. مٿن کان وهاڻي هيٺان هڪ ڪتاب ڪڍي، ڪجھ صفحا پڙهي سمهي پيو. صبح جو تيار ٿي هو روزگار جي تلاش ۾ نڪتو. هڪ مل ۾ ڪلارڪي لاءِ انٽرويو ڏيڻو هوس. انٽرويو ۾ هو پهريون نمبر آيو. هن کي نوڪريءَ جو دلاسو مليو ۽ گهر موٽي آيو.

هينئر ساجن روزگار سان هيو. اڇا اجرا لٽا پائيندو هو. صبح کان شام تائين مل ۾ نوڪري ڪندو هو ۽ رات جو دير تائين گهر ۾ پڙهندو رهندو هو. نيلوفر هن جي راتين جي تنهائي زوريءَ ٽوڙي وجهندي هئي. هڪ رات هوءَ پنهنجي گهران نڪرندي هن جي ڪوٺڙي ۾ گهڙي آئي. هوءَ ڪاريءَ ساڙهيءَ ۾ ويڙهيل هئي، وڏا چڙيل وار ۽ پاسي کان سينڌ نڪرڻ ڪري هن جي اڌ منهن کي ڍڪي وري چنڊڪي سان سڄي ڪلهي تي ويڇي ٿي ڪريا. ساجن کي پنهنجي اکين تي اعتبار نہ ٿي آيو. هن اکيون مهٽي ڀيت ڏئي هن کي هڪ ڪرسي آڇي. چوري چوريءَ هن ڏي ڏٺائين. چنڊ جهڙو گول چهرو اڌ تائين وارن سان ڍڪيل

هوس، دل ۾ چيائين تہ اڄ رات چنڊ گرهڻ آهي.

سڄي ڪوٺي باوجود ڪن ڪچري جي سرهاڻ سان نشيلي ٿي پئي. نيلوفر وارن کي چنڊڪو ڏئي چيو ”ڪيئن، ڊارلنگ خوش آهين؟“.

”ٿئنڪ يو ڊيئر“ ساجن چيو.

”مان چوريءَ آئي آهيان، وقت تمام ٿورو آهي، سڀاڻي هن وقت انٽرڪانٽينٽل ۾ آمريڪي سفير جي دعوت ڪئي اٿئون، مان اتي هونديس، تون ضرور اچجان تہ ڪچهري ڪنداسون“. نيلوفر هيڏي هوڏي ڏسندي چيو.

ساجن ڪجھ چوڻ پئي چاهيو پر هوءَ هرڻيءَ وانگر ڇال ڏئي هلي وئي.

نيلوفر جي جسم جي نانگ هن جون مرليون پٽي ڇڏيون هيون، هن جي سڳنڌ ڪان واسجي چڪو هو. هن جو من چڻ ڪوهياري ٻڌي رهيو هو. عنقريب ماضيءَ جي ياد هن لاءِ سرندي تي راڳو ٿي پئي.

هي نفس پرست ۽ عورت جي جسم جو واپاري نہ هو پر سونهن ۽ صداقت جو محافظ ضرور هو. هو ڪيٽس جي سونهن واري نظريي کي ياد ڪري رهيو هو. هي نشئي نہ هو پر مُلن جي ضد تي شراب ضرور پيئندو هو.

رڪشا جي ڊرائيور بريڪ هنئين، ساجن وارن کي ڦٽي ڏني. ڪارو پينٽ ۽ اڇي قميص تي ٽاءِ هڻس، هو ڪانٽينٽل ۾ گهڙيو. نيلوفر در وٽ سندس انتظار ڪري رهي هئي، هن هيڏي هوڏي ڏٺو، هن جو مٿو چرخ هڻي ويو. هوٽل جي لوبي، وهنجڻ جو تلاءُ ۽

پيون شيون ڏسي هن دل ۾ چيو تہ هي سڀ عيش اسان جي ملڪ جي پنج سيڪڙو ماڻهن لاءِ مهيا ڪيو ويو ٿو. ملڪ جا پنجانوي سيڪڙو ماڻهو غير انساني زندگي گذارين ٿا.

نيلوفر ۽ هن جي رهاڻ ڪجھ وقت تائين هلي، نيلوفر جي جذباتي عشقي داستانن جي جواب ۾ ساجن چيو ”من، توکي سمجهڻ گهرجي تہ مان هڪ خسيس ڪلارڪ آهيان، مان تو سان بي حد پيار ڪريان ٿو پر سچ اهو آهي تہ تنهنجو ۽ منهنجو ساٿ عارضي آهي“.

”مان توکي، تون جيئن بہ آهين، قبول ڪيو آهي، اسان جو پيار ناڪام ٿي نہ ٿو سگهي، سچن جو عشق عارضي هوندو آهي. مون کي جا شخصي ملڪيت بابي ڏني آهي اها تون ۽ مان سڄي زندگي کپائي نہ سگهنداسين“. نيلوفر پنهنجو موهيندڙ منهن هن جي منهن ويجهو آڻيندي چيو.

ساجن جيترا بہ پاڪستاني فلم ڏٺا هئا انهن ۾ عاشقن کي ڪيتريون ئي چوٽون اينديون هيون ۽ آخر ۾ ڪٽي ڪامياب ٿيندا هئا پر هن فلم ۾ هن آڏو ڪا بہ رنڊڪ ڪا نہ آئي، اها ڳالھ هن کي انوکي لڳي. هو سوچي رهيو هو تہ هي سچو پيار ناهي ڇا؟

ساجن مل ۾ ايمانداريءَ سان ڪم ڪندو هو، هن جهڙا پيا بہ ڪيترا مزدور مل ۾ جيئن جو تيئن ڪم ڪندا هيا. پيداوار ٿيندي هئي، اها جهازن ۾ ٻاهرين ملڪ ڏانهن موڪلي ويندي هئي، اتان پئسا ايندا هئا، جي ساجن ڏسندو هو تہ مل جو مالڪ بنا ڪُٽڻ جي ٽرڪ جو خانو پري وچي تجوڙين ۾ لاهيندو هو، مزدور کي روزانو ڏيڍ رپيو ملندو هو.

هن جي مزدورن سان گهرائپ شروع ٿي وئي، هنن جي زندگي ڏسي هي ڏکي ويندو هو. هنن لاءِ دوا، رهائش ۽ بونس جو ڪو بہ انتظام ڪو نہ هيو. هن ان سلسلي ۾ ڪيئي ڪامياب يا ناڪام ڪوششون ڪيون هيون. اڄ مزدورن جي يونين ۾ صدر لاءِ چونڊون هيون، هر مزدور جي اکين ۾ آسرو ڏسڻ ۾ پئي آيو. هنن کي ايماندار ساٿي ملي رهيو هو. هنن وڏي اڪثريت سان ساجن کي يونين جو صدر چونڊيو. ان کان پوءِ هن ڪيترن ئي جلسن ۾ مزدورن سان ڳالهايو. هنن ۾ طبقاتي شعور پيدا ڪرڻ لاءِ هنن جي ڪيترن ئي مسئلن جي حل لاءِ ۽ هن ڪيتريون ئي ڪوششون ڪيون.

هن جي شخصي زندگيءَ ۾ نيلوفر ويجهي ايندي وئي، هن کان اڳ نيلوفر لاءِ پڻس جي طرفان مخالفت ڪئي وئي هئي، پڻس هن کي ٻڌايو هيو تہ "هو غريب مفلس ڇوڪرو آهي، واقعي اسان کي بي انت ملڪيت آهي پر زماني جون گردشون تو نہ ڏٺيون آهن، ڪاروبار ۾ گهاٽو، مل ۾ هڙتال ۽ ڪي ازغيبي نقصان ملڪيت جو خاتمو بہ ڪري سگهن ٿا، ان ڪري تنهنجي لاءِ سنو ٿيندو جيڪڏهن ڪو پنهنجيءَ وارو تاڙين، جنهن کي ڪو ننڍو وڏو ڪارخانو هجي، ڪا ڪار بنگلو هجي وغيره پر جڏهن کان ساجن کي 110 رپين واري نوڪري ملي هئي ۽ خاص ڪري جنهن ڏينهن هو مزدورن جو ليڊر چونڊيو هيو تنهن ڏينهن نيلوفر جي پيءُ پنهنجي ڊرائنگ روم ۾ نيلوفر کي گهرائي چيو هيو تہ "منهنجو خيال آهي تہ تون ساجن کان هاڻي پري نہ رهہ. توهان جي شادي ٿي وڃي تہ ڏاڍو سنو، منهنجي خيال ۾ هن مهيني جي

آخر تائين ڪا تاريخ موزون ٿيندي".

انهيءَ ئي رات ساجن جي ڪوٺي هڪ دفعو وري سرهاڻ سان واسجي وئي هئي. ساجن هيءَ خبر ٻڌي خوشيءَ ۾ نہ پيو ماپي. نوان وچن، نيون ڳالهيون، راز ۽ نياز. انڪل ۽ موهہ ۽ ان رات دير تائين هليا. ريجهہ رهاڻ جي ڳالهين ۾ سياست، مذهب، ذات پات ۽ قوم قبيلي جي ڪنهن بہ ڳالهہ کي ڪو دخل ڪو نہ هو. ساجن اطمينان جي زندگيءَ ۾ پير پاتو هو. هو خيالي دنيا ۾ سير ڪندو رهيو. هن جي ڪچ ۾ حور وينٺي هئي، هن جي مالي مشڪلاتن جو حل ملي ويو هو. هن سوچيو هو تہ امان ۽ بابي کي بہ پئسا موڪليندس ۽ چاچي کي بہ راضي ڪندس. ٻنهي ٻن هفتن کان پوءِ شادي ڪرڻ جو پروگرام ٺاهيو. رات ڪافي گذري چڪي هئي، نيلوفر ۽ ساجن "پارٽنگ ڪس" سان موڪلايو.

صبح جو نوڪريءَ تي وڃڻ کان اڳ ۾ ساجن ڏڄندي ڏڄندي اها ڳالهہ پنهنجي چاچي کي ٻڌائي، هن حيران ٿي هن کي ڪٽي ٻک وڌو ۽ ڏاڍو خوش ٿيو.

ساجن مل ۾ پهتو، اڄ هن کي مزدورن جي ميڙ کي خطاب ڪرڻو هو. مزدورن جي غيرانساني زندگيءَ هنن کي چِتو ڪري وڌو هو، هو ڍورن وانگي وَهندا هئا ۽ فقيرن وانگي هنن کي ٿورائتو خيرات ملندي هئي. هنن جو اندر جلي رهيو هو، هو هن حياتيءَ کان مري وڃڻ بهتر سمجهندا هئا. هيءَ گڏجاڻي ان لاءِ ٿي هئي تہ انهن مسئلن لاءِ ڪو عملي قدم کڻجي چاڪاڻ جو رڙندي رڙندي هنن کي سال کن گذري چڪو هو. ساجن جيئن ئي مزدورن کي موڪل ملي هڪ اتاهين جاءِ تي اٿي بيٺو ۽ مزدورن سان ڳالهائڻ

شروع ڪيو، ائين لڳي رهيو هو تہ پورهيت عوام هاڻي سجاڳ ٿي چڪو آهي، ان اجلاس ۾ اهو طئي ٿيو تہ 24 ڪلاڪن ۾ جي مطالبا پورا نہ ٿيا تہ مزدور مل جو قبضو وٺي ڇڏيندا.

ساجن رات گهر ڪو نہ آيو. هو ساٿين سان صلاح مشوري ۽ تنظيم لاءِ ڪم ڪندو رهيو، سڀاڻي تي آخري ڏينهن هيو، يا مطالبا ميرائڻا هئا يا مل جو قبضو وٺڻو هو. پوليس، ٽيئر گئس، گولي ۽ فوجي مداخلت جي هر امڪان خلاف انتظام ڪيو ويو. مزدورن سان ان سلسلي ۾ گهر وڃي بہ پڪ ڪئي وئي، ساجن پنهنجي سيني ساٿين کي ٻڌائي ڇڏيو تہ "اسان جي زندگي ان موڙ تي پهتي آهي جو هيءَ تحريڪ اسان جي جيئڻ مرڻ جو سوال آهي، خبردار ٿجو، هن سماج ۾ ڪيترين ئي سرمائيدارانا سازشون ٿينديون آهن، انهن کان واقف رهجو، ڪنهن بہ مزدور ان تحريڪ کي نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اسان ان کي گولي هڻنداسون، اهو غدار آهي".

اڄ مل جا مطالبا ميرائڻا هئا يا مل جو قبضو وٺڻو هو، هر مزدور جي ذهن ۾ هي پڪو ارادو هيو، سيئي مزدور مل ۾ پهچي چڪا هئا، ايتري ۾ ساجن آيو، ڪم جو وقت شروع ٿيو. گهنٽي وڳي، پروگرام مطابق سڀ مزدور نعرا هڻڻ لڳا ۽ ڪو بہ ڪم تي ڪو نہ ويو. ساجن ۽ سندس ٻن ساٿين رات جو مطالبن جي لسٽ ٺاهي هئي سا سيني کي پڙهي ٻڌائي ۽ جواب ۾ فلڪ شگاف نعرن سان قبوليت ڏني وئي. لسٽ مل جي انتظاميا جي حوالي ڪري جواب جو انتظار ڪرڻ لڳا. لسٽ ۾ ڄاڻايل هو تہ اسان جا مطالبا اڄا تائين نہ مڃيا ويا آهن، وقت ختم ٿي ويو آهي، هينئر

جيڪڏهن اسان جا مطالبا مڃيا ويندا تہ اسان ڪو قدم نہ کڻنداسين، ورنہ هي نوٽيس آخري آهي.

مل ۾ چوٻول هيو. مزدورن جي هٿن ۾ لوهيون سيخون، ڏنڊا ۽ ٻيو پوليس سان مقابلي ڪرڻ لاءِ موزون سامان هيو. مزدور اڄ زخميل چيتا پئي ڏٺا. هنن کي ساجن جي رهنمائيءَ ۾ ايمان هو. هو ساجن تان سر گهورڻ لاءِ تيار هئا، هنن جو ساجن ۾ پورو پورو اعتماد هو.

گيٽ تي هارن وڳو. گيٽ کليو. هڪ ڊگهي ڪار جي پوئين سيٽ تي ڪاريءَ ساڙهيءَ ۾ ملبوس هڪ عورت مل جي مالڪ واري آفيس ۾ هلي وئي. مل جي مالڪ گهنٽي وڄائي مزدورن جي اڳواڻن کي اندر گهرايو.

ٻاهر ڳاڙها جهنڊا ڦڙڪيا ۽ نعرا گونجي رهيا هئا. ساجن ۽ سندس ٻہ ساٿي مل مالڪ جي آفيس ۾ اندر گهڙي ويا.

آفيس پاسي وٽ هڪ صوفا سيٽ تي نيلوفر ويٺي هئي، هوءَ ڪاريءَ ساڙهيءَ ۾ حور لڳي رهي هئي، هن ساجن کي سڏ ڪيو ۽ پرسان ويهڻ لاءِ چيائين. ساجن جي تڪڙ مان نڪاءُ نڪري ويو. هن کي ڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ ڪا نہ آئي. سندس ساٿي ڪارخانيدار جي آڏو پن ڪرسين تي ويهي رهيا.

”هي تو ڇا ڪيو آهي؟ ڊيڊيءَ ڏاڍيءَ پريشاني مان ٽيليفون ڪري مون کي گهرايو آهي، هو اڄ ڪلهہ اسان جي شاديءَ جي تيارين ۾ مصروف آهي، هن جي پريشاني اسان جي شادي ۾ رخنو پيدا ڪندي.“ نيلوفر خارن ۽ عجب ڀريل اکين سان هن ڏانهن گهوريندي چيو.

ساجن جون اکيون ٽڪ هڻي ويون، هن جا چپ سڪي ويا، لوندڙيءَ جون رڳون ڏوڙ لڳس ۽ متو ڦيراٽيون کائڻ لڳس.

”هيءَ مل اسان جي آهي، تنهنجي ۽ منهنجي آهي، هن جي ڪمائي سڄي عمر کائڻي آهي، هن مل کي نقصان مون کي نقصان آهي، هن مل جي هن سال واري پيدائش بابو مون کي ڏاجي ۾ ڏئي رهيو آهي، تون پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هڻي رهيو آهين“. نيلوفر اکيون ڦوٽاري چيو.

ساجن زور سان ڳيت ڏني ۽ نڙي آلي ڪري چيائين ”ڇا هي تنهنجو پيءُ آهي؟ اسان جي سامهون واري گهر ۾ رهندو آهي؟“.

”تون ڊيڊيءَ کي نٿو سڃاڻين. هي تنهنجو سهرو آهي“، نيلوفر وراڻيو.

ساجن منجهي پيو. هن جي ذهن ۾ وڳوڙ هيو.

هو ٿوري دير لاءِ چپ ٿي ويو. ايتري ۾ هن جا ٻئي ساٿي اٿي ڪڙا ٿيا ۽ آفيس جي ٻاهران مزدورن جي ميڙ کي مخاطب ٿي چيائون ”ساٿيو، اسان جو صدر هڪ سرمائيدارانا سازش جو شڪار ٿي ويو. هو وڪجي ويو. هو ڪار ۾ آيل ڪارخانيدار جي نينگريءَ جو مڱيندو آهي ۽ هي ڪارخانيدار هن جو سهرو. هو اندر هڪ سهڻي ڇوڪريءَ جي ڪڇ ۾ وينو آهي، خاموش آهي ۽ منجهي پيو آهي. اسان جو آواز مظلوم پورهيت عوام جو آواز آهي، هي آواز ڪنهن ساجن يا ٻئي ڪنهن فرد جو ڪونهي، ساجن جا اهي لفظ تہ هن تحريڪ کي نقصان پهچائيندڙ غدار آهي، هينئر بہ سچا آهن، جڏهن تہ هو خود غدار ٿي چڪو آهي. ساٿيو اڳتي وڌو. ڪارخانيدار جو سندس نينگريءَ ۽ نياڻي

سميت گهيراءُ ڪيو“.*

مزدورن جو ميڙ مهراڻ وانگي چوليون هڻي رهيو هو ۽ ڪنن ڦاڙ نعرا لڳي رهيا هئا: ”سرمائيداري مرده باد“، ”ساجن ساجن، غدار غدار“

*(31 جنوري 1972ع بلهڙيجي)*

* اسان هن لاءِ ترسي نه ٿا سگهون، وقت تمام ٿورو آهي، هلنديءَ جنگ ۾ هن کي هڪ سامراجي گولي لڳي آهي، هن کي زخميل ڇڏي ڇڏيو، توهان اڳتي وڌو، وقت تمام ٿورو آهي.

# پرين پڇاڻان

دهل تي ڏونڪو لڳو. مڙس اچي متا. لانگوٽا ڪنيل، ڪراين ۾ رومال ٻڌل، ڳچيءَ ۾ تائٽ، ڏورن ۾ ڪارا سڳا. موتيل ۾ ڪراڙن جي هٿ ييٽي ڪا نہ هئي. ڪوهہ ڪونٽو هو. ڪوهہ بہ چاليهہ هٿ هيٺ ويٺو هو. رونشو بہ هو تہ مڙسيءَ جي بہ ڳالهہ هئي. ڳوٺ جا ننڍيا، وڏا، زالون، مرد، ڪراڙا ۽ جوان اچي مَنهنَ ۾ گڏ ٿيا هئا. تر جا ناليوارا ڪوڏيارا ميدان ۾ لٿل هئا. جوانن جون نيون نُپرايل ڪوڏرون بہ ڏسڻ وٽان هيون. لوهہ جا مظبوط ڦر، ساڳ جا ڳن، جن تي چٽ گل نڪتل، آڏو بہ هئي پٿر جهڙي چيڪي مٽي، لپو هڻ تہ گتو آن! ڪوڏرون چيڪاٽ پيون ڪن، زمين وڃي پئي! هوڏانهن بہ جوانن جا هٿ هئا. رڳو ڪوهہ تہ ڪونٽو ڪو نہ هو. نالو بہ ڪيراڻو هو. گهڙي نہ گذري تہ مڙس پگهر ۾ شل تي ويا پر جيئن ڏينهن تتو، تيئن مڙس متو. واري ڪار لڳي پئي هئي.

”شابي شابي- وڃاءِ فقير، زورن سان وڃاءِ“ ستابي، مگڻهارن کي اشارو ڏنو. مگڻهارن ڏونڪي کي تيز ڪري ڇڏيو. شرناءِ جون زيلون ڪن ڦاڙڻ لڳيون. دهلڙي واري بہ پنهنجن هٿن کي تيز ڪري ڇڏيو. ٻئي همراهہ پنهنجو وات مُتي ۾ پختو ڪري ڇڏيو.

سندن ڳتا ڪلين تائين ڦوڪجي ويا، ڳچيءَ جون رڳون سيئجي وين. ٿئين مگٽھار ٻ ڪچ ۾ ڪيل سانداريءَ کي ڦوڪون ڏئي تاڻي چڙيو ۽ بين سر ۾ سر ملائڻ لڳي. مگٽھارن جھمر ھڻي ويئلن کي نچائي چڙيو.

ڪوڙيارا ٻ ھينئر تيز ٿي ويا ھئا، دھل جو ڏونڪو جيئن جيئن تيز پيو ٿيندو وڃي، جوانن جا لپا ٻ تيئن تيئن تڪڙا ٿيندا پيا وڃن. ڪوھ جي ڪپ تي بيٺل ماڻھن جا انبوھ سٽي لپي تي داد ڏئي رھيا ھئا، ھڪڙا جوان ٿڪجن پيا تہ ٻيا پيا ڪوھ ۾ لھن ۽ اھڙي طرح واري وٽيءَ سان ساھ کڻي ڪوڙيارا ڪوھ کوٽي رھيا ھئا.

ڪوھ ھاڻي ڪوڙ ھيٺ ڪجي ويو ھو. جوانن کي ڪوڙ جو لپو ھاڻي مٿي ڪپ تي اڇلائڻو پيو. ھاڻي ٿي خبر پئي تہ ڪيترين ويھين سئو آھي. مڙسن لپو ھڻي، ڪوڙ ابتي ڪري، زور سان لپي کي مٿي ڪپ تي تي اڇلايو. ڪيترن جوانن جا لپا گسي تي ويا. گھڙي رکي ھڪڙا مٿي چڙھي تي آيا تہ وري ٻيا ھيٺ تي لٿا.... ڏينھن اچي لڙيو ھو. ستابي مگٽھارن کي اصل ويھڻ نہ ڏنو. ھن کي ڪوھ کوٽائڻو ھو. پٽ سجايو ڪرڻو ھئس.

ڪوھ جيئن ھيٺ ٿي ويو تہ تيئن تر جا وڏيڪ ماڻھو ڏسڻ تي آيا، جوانن جا لپا ڪوھ جي تري مان مٿي ڪپ تي تي اچي ڪريا. ڪپر تي ٻ ٽي جوان بيٺا ھئا. جيڪي مڏين سڏين ڪوڙرين سان اھا مٽي ريڙھي پري ڪندا تي ويا. ماڻھن جي پيھ وڌندي تي وئي، ڪوھ جي ڪپ تي اڏيل ڪانھن ۾ ٽوٽين وارو منھنُ ماڻھن سان ٽپجي ويو. دھلن، شرنائين جا آواز، ڪوڙرين جا

ڪڙڪا، مڙسن جون ڪاتي ڪٽنديءَ هشڪرون ۾ ماڻهن جي واهه واهه جا آواز، مطلب تہ سڄي ڳوٺ ۾ ترٿلو مچي ويو هو.

ٽيپهريءَ جي مهل هئي، ڪوهه وچي جر سان لڳو هو. سخت ۾ چيڪي مٽي هاڻي ختم ٿي وئي هئي ۽ وارياسي آلي مٽي نڪرڻ لڳي هئي، ڪوڏرن جا لپا هاڻي ڳورا ٿي ويا هئا. لپو هٽڻ تہ سهنجو پر ان کي ڪوهه جي تري مان مٿي ڪپ تي اڇلائڻ ڪو چرچو تہ ڪو نہ هو. نوان ۾ سڏڙيا ڪوڏيارا هينئر ڪوهه جي ڪپ تي پگهر سڪائي رهيا هئا، تر جا ڄاتل سڃاتل مڙس ماڻهو ڪوڏرن سان هيٺ لٿا. ڪوهه تہ ذري گهٽ ڪوتجي ويو هو پر ڏسڻو اهو هو تہ ڪير ٿو لُنگي ڪٽي ۾ سوڀارو ٿئي. هر ڪنهن مڙس ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي لپي کي مٿي پٽي اماڻيو. لپا ڏڙا ڏڙ ڪوهه جي ڪپ تي اچي ٿي ڪريا پر مڙسي تڏهن هئي جڏهن لپو ڪوهه جي ڪپ مٿان اڏيل منهنَ تي وڃي پئي. ڳالهہ ڪرڻ سولي، ڪم ڪرڻ ڏکيو. ٽيپهري بہ لڙي وئي پر ڪنهن بہ جوان جو لپو منهن تي نہ پيو. ڪوڏيارن جا لپا ڪوهه مان ايئن ٻاهر ٽپا ڏئي رهيا هئا جيئن مڇي پاڻيءَ مان ٻل ڏيندي آهي. ستابي ڪوڏيارن کي ساهي پٽڻ لاءِ سڏيو. تر جا چارئي ناليوارا ڪوڏيارا سوڍو، ڪمون، ٻچل ۽ اوباهيو مٿي چڙهي آيا. پاڻيءَ ڍڪ پيتائون، مڱڻهارن بہ گهڙي ڪن ويهي جنگهون ناريون، ماڻهن مهڻا پئي ڏنا. چي: ”جوان تہ کهڙا گهڀ آهن، اسان جو سڄو ڏينهن وڃايو اٿن پر لپو ڪنهن بہ منهَن تائين نہ پڄايو“.

ساهي پٽي چار ئي مڙس وري هيٺ لٿا، ستابي مڱڻهارن کي ڪڙو ڪيو. چي: ”لپو منهَن تي نہ پيو تہ پوءِ توهان کي بہ ڪوهه ۾

لاهيندو سانوَ".

مگنهارن واڄو تيز ڪري ڇڏيو ۽ لپا ڪوهه مان ڇپين وانگي متي اٿڻ لڳا. سوڍي جو لپو منهَن جي ٽوٽيءَ سان ٽڪرجي ڪري تي پيو. ڪمونءَ جي ڪوڏر ڪم نه ڪيو. بچل ۾ اڃا دم هيو. اوباهيو اڃا نه ٿڪيو هو.

خبر تڏهن پئي جڏهن اوچتو "وهه وا" ٿي وئي. اوباهئي جو لپو منهَن جي ڪرنگهي تي وڃي ڪريو. مگنهارن جي الله جان ڇڏائي. هو ڏمال وڄائڻ لڳا. ماڻهو نچڻ لڳا. اوباهيي جا يار دوست ڪپڙن ۾ نه پئي ماپيا. رڳو ڄهمريون هجن. ستابو سرهو سرهو سيني ڪان واڌايون وٺي رهيو هو. ڳوٺ جا وڏا ننڍا، زالون، مرد هاڻي ان جوان کي ڏسڻ لاءِ آتا هئا جنهن ڪوڏر جو ڪمال ڏيکاريو هو.

چارئي ڪوڏيارا جيئن ئي ڪوهه مان نڪتا ته ماڻهن اوباهئي کي ڪٽي ڪلهن تي کنيو. مگنهارن هو جمالو وڄائڻ شروع ڪيو. ستابي ڳاڙهي لنگي ڪٽي اچي اوباهئي جي ڪلهن تي وڌي. دهلن وارن کي اڳ ۾ ڪري ماڻهو اوباهئي کي ڳوٺ جو سرگس (سرڪس) ڪرائڻ هليا ويا.

ڳوٺ ۾ اوباهئي جو ڌاڪو ڄمي ويو. لوڙهن وارين گهٽين ۾ ماڻهو اوباهئي کي ڏسڻ لاءِ ڳاهٺ تي ويا. گهرن جي ٿلهن تان مايون پيرن تي بيهي نرا ڪٽي اوباهئي کي ڏسڻ لڳيون.

گاگڙي ڇڄ جيڏو سينو. موڪرو مٽيادار منهن. چيرائين ڏاڙهي، ڪارا ڇهڇ شهپر، جاڙا پرون، اکين ۾ باجهه، ڏورن تي ماس جا روڙا، بت متيءَ ۾ پيوٺ، مڙس ملوڪ، سيئين وصفين سهڻو.

لوڙهي جي پاڙ مان بسران نرو ڪٽي اوباهئي کي ڏنو. بسران اوباهئي جي هاڪ تہ کوڙ ڏينهن کان ٻڌي هئي پر اڄ هن مڙس کي آمهون سامهون ڏٺو هو. الائي ڪهڙا لفظ زوريءَ نڪري ويا هئس جنهن ڪري ساهيڙين بسران کي چيڙائڻ شروع ڪري ڏنو هو.

گهڙي نہ گذري، سرگس اڳتي وڌي ويو. ساهيڙين نيٺ بسران کي چئي ڏنو "اڙي! ايتري ۾ پاڻي تي پَئينءَ".

"ها پر اوباهيو ڪيڏو بہ پهلوان هجي، بسران سان رونبي ۾ ٽورئي بيهي سگهندو" ٻي ساهيڙيءَ پاڻ مرادو وراڻيو.

بسران چپ........

هي پروڪي ساوڻيءَ جي ڳالهہ آهي، ان کان پوءِ گذريل وقت ساوڻين کي ڪِيڻ وانگي گهلي الائي ڪهڙي ڀير هيٺان ڀڪي ڇڏيو هو. بسران ڪم ڪار ۽ ڪڙمت جي پورهئي ۾ رڌل. ٻنيءَ جي ڪم مان واندي ٿئي تہ گهر جي ڪرت ، هن کي ٿڌي ساهہ کڻڻ جي واندڪائي ڪا نہ ملندي هئي. ها ڪڏهن ڪڏهن ڪا ڪاٽي ڪچندي ڏسندي هئي تہ اوچتو اوباهيو ياد اچي ويندو هوس ۽ ٽڪ ٿي لهي ويندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن سندس مضبوط من ۾ اوباهئي جي ياد جو گهوبو ٻڌجي جاڻون ڏيندي هئي پر وري پورهئو ۽ پگهر انهن جاڻن کي سانهر وانگي لپيٽي ڇڏيندو هو.

بسران پنهنجي هاريءَ پيءُ جي اڪيلي ڌيءَ هئي، سامائي کي بہ ٽي سال ٿيا هئس پر هاريي ۾ ڪو چڱو ڀلو مڙس ماڻهو هن جي پاسي ۾ بيهي نہ سگهندو هو. پٽس ويهہ جريب ٻني رڳو بسران جي آسري تي ورتي هئي. پاڻ جهور، باقي بہ جوان پٽ ۽ هيءُ وڏور ڌيءَ جوڙي ڏاندن سان سڄي زمين کيڙيندا هئا. رونبي ۾ جڏهن

بسران ٿلهي پنيءَ تائين ۽ر ڪٽي ٻانهون تاٽي بيهندي هئي تہ ٻني تي ويٺل همراهہ ٻج جون مُڙهيون اڇلائيندو ويندو هوس ۽ بسران هڪڙي مڙهي جهپي ٻيءَ مڙهي جهپڻ تائين رنبي وٺندي هئي. ڏسڻ وائسڻ ۾ بہ حور هوندي هئي، قداور، پريل بت، مضبوط هانئي، گول منهن، ڊگهي ڳچي، اکيون چيرايون، جن ۾ پيار ۽ پورهيو ٻکندو هئس، منهن جي ساڄي پاسي نڪ پرسان چِٽو ڪارو تر.

پنهنجي ڳوٺ ۽ تر وارن چگن مڙسن ۽ وڏيرن بسران جي سگ لاءِ چاليهہ جريب ڏيٺا ڪيا هئا، هن جي جهور پوڙهي پيءَ کي لالچون ڏنيون هيون، ايلاز ڪيا هئا ۽ آخرڪار دڙڪا بہ ڏنا هئا، پر بسران نہ مڃيو هو. هن جي روح ۾ ٻنيءَ جو عشق ڪنهن مضبوط لاهہ وانگر کتل هو.

اڄ اوباهئي جي ونگار هئي، پنهنجي پر وارن ڳوٺن جا ڪڙمي ڪاري، زالين مڙسين اچي ڪني ٿيا هئا، بسران بہ پنهنجي ڪراڙي پيءَ ۽ ٻن ڀائرن سميت ونگار تي آئي هئي. هڪ پاسي ٻج جون مڙهيون ٻڌجي رهيون هيون ۽ ٻئي پاسي داڦ لڳل ويهن جريبن ۾ڊڪيءَ جو ئي رونبو شروع ٿي ويو هو. رونبي ڏسڻ لاءِ تر جا ڪيترا ئي ماڻهو مڙيا هئا.

هوءَ ڪاٻي هٿ ۾ ٻج جي مڙهي جهلي ساڄي هٿ سان هڪ هڪ مَرائي هٽندي ٿي وئي. ٻنيءَ ٻوڙ پاڻيءَ ۾ سندس رونبي جي رفتار اها هئي جو پاڻيءَ ۾ تڪڙي هٿ وجهڻ ۽ ٻاهر ڪيڻ ڪري پاڻيءَ جي لار ٽٽي ئي نہ پئي، ماڻهن کي ڏنديں آڱريون اچي ويون.

ٻانهون تاٽيل، پورا پورا ڏورا، وارن کي چنبڪو ڏئي ٻنيءَ تي اڇلائڻ ۽ ڪڏهن سڌو ٿي مشڪڻ، ماڻهن کي ڪهاڙيءَ

جي ڦر جيان ڪپي وڌو. ٿلهي پنيءَ تائين ور ڪنيل، پوري پنيءَ جو پاٽيءَ ۾ آلو ٿي جرڪڻ، پريل جسم جو چِلڻ، نوڙي رونبو ڪرڻ ڪري چولي جي ڳچي لڙڪڻ ۽ ارهه جي ڇاڇول اوباهئي کي ڪتر جي ڪهاڙيءَ وانگي ڳترا ڪري وڌو.

اوباهئي گهٽن ٿي ڏينهن کان بسران جي ساک ٻڌي هئي، هو جڏهن بسران جي ڳوٺ ڪوهه ڪوٽڻ ويو هو ته هن ڏاڍي واجهه وڌي هئي پر هن کي نظر نه آئي هئي، اوباهئي ان ڪري ٿي شايد ان ڏينهن زور ڏئي ڪوڏر وهائي لنگهي ڪتي هئي.

اڄ بسران اوباهئي جي آڏو بيٺي هئي، پلا ٻئي تر جا نالي وارا هاري هئا، ماڻهن جو نظرون هنن ٻنهي ۾ ڪتل هيون، اوباهئي جي مضبوط جسم کي جڻ ڪو واسينگ واسي ويو هو، هو اهڙي طرح هڪ ٽڪ ٿي بسران کي گهوري رهيو هو جڻ هن ۾ چرڻ پرڻ جي ڪا طاقت ڪانهي ۽ پيرن ۾ ڏيپ ڄمي ويا اٿس. بسران کي رونبو ڪندي ڏسي اوباهيو ائين محسوس ڪري رهيو هو جڻ ٻج جا تيلا هن جي هانوَ ۾ رنبجي رهيا آهن.

رونبو پورو ڪري جڏهن سيئي ڪڙمي مانجهاندو ڪري رهيا هئا ته هر هڪ جي وات تي بسران جي رونبي جي ساراهه هئي ۽ پوءِ جڏهن بسران وڃڻ واري ٿي ته اوباهئي دل ۾ پڪ ڪري ڇڏي هئي ته بسران جو سڱ وٺي وڏيرن کان ٻيا ٻه ويهه جريب ٻني خوشي ڪري ايندس.

اڄ اوچتو اوباهيو سهڪندو سڌو وڏيري جي اوطاق ۾ لنگهي ويو ۽ هن کي سڀ زمين موٽائي ڏئي هليو آيو. دوستن، ساٿين ۽ ڳوٺ جي ماڻهن جڏهن پڇ پڇ ڪئي ته اوباهيو خاموش هو،

جوڻس ڪروڌ ڪيو، پر اوياهئي ڪو جواب نہ ڏنو. هن جون اکيون رت اوڳاڇي رهيون هيون ۽ چپن کي چڙ ڪنهن توپا ڏئي سبي ڇڏيو هئس، بئي ڏينهن خبر پئي تہ وڏيرو اڳئين رات ڏهن ڌاڙيلن کي چاڙهي زوريءَ بسران جو سگ ڪٽائي ويو.

اوياهئي ڪوڏر قتي ڪري کهاڙي کڻي ۽ ان کي تکو ڪرڻ لڳو، دل ۾ پڪ ڪري ڇڏيائين تہ هارپو ڇڏي، هاڻي رهزن ڌاڙيل ٿيڻو آهي.

# ڪاڇي جي ڪهاڻي

ڪاڇي جو پَٽُ سليمان،
مڙس، زال ۽ ٻه ٻار،
رڃ جو پنڌ،
پَٽُ سليمان ۾-
زال: ٻار اُڃارا آهن، ڪٿان پاڻي آڻ،
مڙس: اوهان ڪرڙ جي ڇانوَ ۾ ويهو،
مان پاڻي ڪٿي اڇان ٿو.... ...
ٻار پاڻيءَ لاءِ تڙپن ٿا!.

ماءُ ڪين ڏُٺاري ٿي ... ...
ڪرڙ جي تڙڪي واري ڇانوَ ۾،
پَٽَ تي اڃايل آڱرين سان ٻنا ناهي ٿي،
"هاڻي هِتان پاڻي وهي، هِن ٻَني ۾ ايندو!"
۽ پوءِ اُتان وهي هِتي ايندو،
۽ وري پوءِ، اُتان وَهي هِتي ايندو!

تيستائين هڪڙو ٻارڙو اُڃَ وگهي گُهٽڪا ڪائي،

ڪائي دَمُ ڏئي ٿو، مري وڃي ٿو!
ماءُ پنهنجي پوٽيءَ مان ٽُڪرُ ڪڍي،
مري ويل ٻار کي ويڙهي، پاسي تي رکي ٿي!!

۽ هاڻي ٻئي ٻارڙي کي وندرائڻ جا جتن ڪري ٿي،
"هُن ٻَنِي مان پاڻي وهي، هِن ٻني ۾ ايندو،
۽ پوءِ اُتان وهي هِتي ايندو،
۽ پوءِ صفا هِتي اچي ويندو!"
ايئن ڪندي ڪندي.....
ٻيو ٻارڙو بہ اُڃَ وگهي مري وڃي ٿو!!
ماءُ پنهنجي قاتل پوٽيءَ جي باقي ٽُڪرَ ۾،
ٻئي مُئل ٻار کي ويڙهي پاسي تي رکي ٿي،

۽ ڪجھ دير ڪانپوءِ،
هوءَ پاڻ بہ اُڃَ ۽ اٿاھ اوندھ سبب
دَمُ ڏئي ٿي ۽ مري وڃي ٿي!!

۽ پوءِ پيءُ پاڻي کڻي اچي ٿو،
۽ ڏسي ٿو ڀَٽَ تي ٿهيل ٻَنا
جن مان پاڻي وهي هُت ايندو،
۽ پوءِ هِت ايندو،
۽ ٻارڙا پِي ڏءُ ڪندا!!!

(17 جولاءِ 2003ع)

# انور پيرزادو اڪيڊمي طرفان شايع ٿيل ڪتاب

- متان وساريو — انور پيرزادو
- ڀتائي — انور پيرزادو
- بمبئي ياترا — انور پيرزادو
- سنڌ — انور پيرزادو
- مهين جو دڙو — انور پيرزادو
- جديد سنڌي ادب — انور پيرزادو
- انٽرويوءِ تقريرون — انور پيرزادو
- پڙ جهڙ — انور پيرزادو
- انور پيرزادو تون ڪيڏو ڏور هليو ويو آهين (ترتيب زرار پيرزادو)
- عشق (شاعري) — امر پيرزادو
- ڊاڪٽر محمد حسن پيرزادو آتم ڪٿا — محمد حسن پيرزادو

- Indus Delta — Anwer Pirzado
- Sindh Scenario — Anwer Pirzado
- Cultural Heritage of Sindh — Anwer Pirzado
- The Editorials of Anwer Pirzado

انور پيرزادو صاحب اول شاعر هو، پوءِ سندس زندگيءَ آس پاس جي واقعن ۽ حادثن سبب هُو ڪجهه ٻيو بڻيو. پلا مهين جو ڏڙو پرسان هجي، سنڌوءَ جي سير ويجهو وهندي هجي ۽ ڪچي جي فطرتي سونهن جا رنگ هر وقت نظر سان ملندا هجن. ته اهڙي ماحول ۾ ته ماڻهو يا ٻُڌ جيان فلسفي ٿي سگهي ٿو يا ڪو شاعر ٿي سگهي ٿو. سو جيئن ته انور پيرزادو صاحب بنيادي طور تخليقڪار هو، تنهن ڪري هُن ڪهاڻيون به لکيون، ۽ جن مان ”پرين پڇاڻان“ ڪهاڻي ته هڪ لاجواب ڪهاڻي آهي، ۽ جيڪا اڳ ۾ گهڻو ڪري روزاني هلال پاڪستان ۾ شايع ٿي هئي، جنهن جي ڪاپي بعد ۾ انور صاحب يا محمد علي پٺاڻ وٽان مون کي به ملي هئي، جيڪا ڪهاڻي مون به، بدر ابڙي صاحب جي ماهوار رسالي ’روح رهاڻ‘ ۾ انور صاحب جي حياتيءَ ۾ ئي ٻيهر شايع ڪئي هئي، ۽ جيڪا پڙهي سائين اياز قادري صاحب، انهن ئي ڏينهن ۾ ’روح رهاڻ‘ جي آفيس ۾ ٿيل ڪچهريءَ دوران هڪ وڏي حيرت جو اظهار ڪندي چيو هو ته، ”انور پيرزادو صاحب، اهڙيون شاندار ڪهاڻيون به لکي سگهي ٿو!“

انور پيرزادي صاحب ته اُن وقت جڏهن مان سنڌ ٽي وي تي (گهڻو ڪري ته 2002ع ۾) اسڪرپٽ ايڊيٽر طور ڪم ڪندو هئس ته اها به خواهش ظاهر ڪئي هئي ته، ”جيڪڏهن سنڌ ٽي وي جي انتظاميه چاهي ته مان ڪين مهين جي دڙي تي هڪ ڊرامه سيريئل لکي ڏيئي سگهان ٿو.“ هاڻي اوهان اندازو لڳايو ته جيڪڏهن مهين جي دڙي جي موضوع تي انور صاحب جهڙو ماڻهو ڊرامو لکي ها ته اهو ڪيڏو نه هڪ تاريخي ڊرامو هجي ها! ان مان ظاهر ٿيو ته انور صاحب جي اندر ڊرامي لکڻ واريون به صلاحيتون موجود هيون.

سو هيءُ وڏي ذات وارو انسان هر شعبي جو ماهر هو. هي ڪهاڻيون پڻ سندس ان علم، مشاهدي، سوچ ۽ فني قابليت جو هڪ مثال آهن، جيڪي سنڌ جي ويجهي ماضيءَ ۾ پڙهندڙن ۽ لکندڙن جي پيدا ٿيل نسلن لاءِ هڪ انڪشاف پڻ هونديون. هي ڪتاب شايع ڪرڻ تي ”انور پيرزادو اڪيڊمي“ ۽ ان جي سنڀاليندڙن، زرار پيرزادو، زيد پيرزادو، امر پيزادو کي تمام گهڻيون مبارڪون هجن جو هُنن انور پيرزادي صاحب جي علمي ۽ ادبي زندگي جو هڪ نئون پاسو دريافت ڪيو آهي.

- انور ابڙو

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طرح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئـي جي مـدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجــارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)